# پنهل ڪان پوءِ
# جڳ مڙيوئي سپنو

## شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

پنهل کان پوءِ

جڳ مڙيو ئي سپنو

ٻيو ڪتاب

# پنهل کان پوءِ

# جڳ مڙيوئي سپنو

شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1990ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ ٽيهه

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو والي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | نيو فيمس پرنٽنگ پريس<br>هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد. |
| پهريون ايڊيشن | فيبروري 1990ع |
| ٽائيٽل ڪيليگرافي | لياقت علي |

قيمت -/40 رپيا

پڪي جلد سان -/60 رپيا



---

PUNHAL KHAUN POI and GAG MIRIOYEE SAPNO. (Short stories, letters and Auto bio graphy) written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition Febrary 1990. Price Per Copy Rs. 40/-

---

ڪتاب 'پنهل کان پوءِ' پهريون دفعو سيپٽمبر ١٩٥٤ع ۾ حبيب پبليڪيشنس، فريئر روڊ سکر ڇپرايو هو. ڪتاب 'جڳ مڙيوئي سپنو' مئي ١٩٨٥ع ۾ سڳند پبليڪيشنس، لاڙڪاڻو، پهريون دفعو ڇپرايو هو.

# فهرست

# مهاڳ

مون نون ورهين جي عمر ۾ پنهنجي ادبي زندگيءَ جي شروعات شاعريءَ سان ڪئي هئي ۽ جڏهن مان ۱۴/۱۳ سالن جو هوس تڏهن منهنجا نظم آن وقت جي چوٽيءَ جي رسالي 'سندوءَ' ۾ ڇپيا هئا. سائين ڪيئل داس فاني، جو حال حيات آهي ۽ ڀوپال ۾ رهي ٿو ۽ جو شڪارپور جي نيوايرا اسڪول ۾ ڇهرئين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهائيندو هو، گواهي ڏئي سگهندو ته مون هن ڪان ڇهريون نظم تڏهن درست ڪرايو هو جڏهن مان هن وٽ ڇهرئين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس. ۱۷/۱۶ ورهين جي عمر ۾ مون ڪهاڻيون به لکڻ شروع ڪيون جن جو ڇهريون مجموعو 'سفيد وحشيءَ' جي نالي سان ورهاڱي کان اڳ ڇپيو. منهنجي ڪهاڻي 'ڀاڙيسري' ورهاڱي کان ٿورو وقت اڳ 'اسان جي سنڌ' نالي ڪتاب ۾ ڇپي هئي. ورهاڱي کان پوءِ منهنجي دوست مرحوم عبدالرزاق راز 'سفيد وحشيءَ' واريون ڪهاڻيون 'پنهل کان پوءِ' جي نالي سان شايع ڪرايون، جن ۾ اهي خط به شامل ڪيا ويا، جي مون مرحوم روشن کي لکيا هئا جڏهن هوءَ سان فرانسسڪو (يو.ايس.اي) هڪ سال لاءِ وئي هئي. منهنجون ڪهاڻيون 'چار ايڪڙ ٻني'، 'جي تند بـرابر توريان' ۽ ڪجهه ٻيون ڪهاڻيون بـ ۱۹۴۷ کان ۱۹۴۹ تائين لکيون ويون هيون. ان ۾ 'چار ايڪڙ ٻني' ۽ هڪ ٻي ڪهاڻي جنهن جو نالو وسري ويـو آهي ۽ 'سندوءَ' ۾ شايع ٿي هئي، سال ۱۹۴۷ جي شروعات ۾ لکيون ويون هيون. انهن کان سواءِ هڪ ٻي ڪهاڻي 'فيروزان' به هفتيوار 'روشني' ۾ شايع ٿي هئي، جا سکر مان مرحوم شمس الدين شاهه ڇپائيندو هو ۽ جنهن جي ڇهرئين پرچي جـي سال ۱۹۴۹ ۾ ادارت مون ڪئي هئي، پر اهو پرچو مون کي دستياب نه ٿي سگهيو آهي. 'جي تند برابر توريان' مون تڏهن لکي هئي جڏهن سال ۱۹۴۹

۾ ڪراچي ڇڏي مان مستقل طور سکر وڃي چڪو هوس ۽ اُتي وڪالت ڪندو هوس. ڪجهہ ٻيون ڪهاڻيون بہ ورهاڱي کان اڳ اخبارن ۾ ڇپيون هيون جن جا نالا مون کان وسري ويا آهن. هن مجموعي ۾ مون فيروز احمد کي 'چار ايڪڙ ٻني ۽ 'جي ٿنڊ برابر ٿوريان' شامل ڪرڻ لاءِ ٿڌهن چيو جڏهن هو مون وٽ 'ڀنهل کان پوءِ' واري حصي جا پروف ڏيکارڻ آيو. ان ڪري اهي ڪهاڻيون ٻين ڪهاڻين سان تسلسل ۾ ڏنل نہ آهن.

مان هن وقت انهن ڪهاڻين کي ڪائي خاص اهميت نہ ٿو ڏيان ڇو تہ اهي منهنجي ادبي زندگيءَ جي انهيءَ دوُر جون لکيل آهن جڏهن مون نثر ۾ لکڻ جي ابتدا ڪئي هئي، پر فيروز احمد ۽ ٻين دوستن جي اصرار تي انهن کي وري ڇپائڻ جي اجازت ڏني اٿم. ممڪن آهي تہ انهن جو مطالعو منهنجي ذهني ۽ ادبي اوسر جي جائزي ۾ مددگار ثابت ٿئي. ٻيو ڪتاب 'جڳ مڙيوئي سپنو' تڏهن شايع ٿيو، جڏهن منهنجو وائيس چانسيلريءَ جو ٽرم پورو ٿيو ۽ مون حيدرآباد ڇڏي، وري سکر ۾ وڪالت ڪئي، ۽ وري نثر ۾ بہ لکڻ لڳم. اهو ڪتاب 'سڳند پبليڪيشن' لاڙڪاڻي ۱۹۸۵ع ۾ ڇپايو هو، جو وڪامي چڪو آهي. چاڪاڻ جو ڪهاڻين ۽ خطن جو مجموعو ننڍو هو ۽ مون ٻهر ٻهريون ٻيرو نثر ۾ 'جڳ مڙيوئي سپنو' لکيو هو، ان ڪري آن کي بہ هن مجموعي ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

'ڀنهل کان پوءِ' واريون ۽ ٻيون ڪهاڻيون ۽ خط اهو خيال ۾ رکي پڙهيا وڃن تہ اهي منهنجي ڪم عمريءَ ۾ لکيا ويا هئا، جڏهن سنڌ ۾ مسلمان ڪهاڻي لکڻ وارا اديب نہ برابر هئا.

شيخ اياز

# نوران

عزيز غور سان ڏسي رهيو هو. ساڳي ٻني ٻني فضا، ساڳيو صاف سٿرو ڪمرو، ساڳيو سامان سڙو، رنگ ڍنگ، اٿ ويهه، اچ وڃ! سڀڪجهه هوبهو ساڳيو هو. چڻ وقت کي ان ڪمري ۾ دخل ئي ڪونه هو. چڻ ٻه سال گذريا ئي نه هئا، چڻ هو ڪلهه اتان ٿي ويو هو. سندس دل تي ان ڪمري جي هڪ هڪ ياد چٽي هئي، هڪ هڪ واقعو تازو هو. ڀتين کي نه رڳو ڪن هئا پر زبانون به هيون. هو ڪيس ماضيءَ جي هرهڪ رنگين ڳالهه ٻڌائي رهيون هيون ته هي ساڳيو ڪمرو آهي جتي تو زندگيءَ جون پياريون پياريون گهڙيون گذاريون، جتي تنهنجون امنگن ڪر موڙيا، جتي تنهنجي محبت رابيل جي ڇڪيءَ وانگر ڦلي ڦولي ۽ ٻهڪارون ڏنيون. اهو به زمانو هو جڏهن تون انهيءَ گهٽيءَ مان لڏندو لمندو ايندو هئين، تنهنجا نيڻ جوانيءَ ۽ محبت جي ڪيف ۾ ٻڏل هوندا هئا. اچڻ سان تنهنجون نظرون انهيءَ چائنٺ کي چمنديون هيون، ۽ گويا دنيا جو سڄو ڏک درد، آنڌ مانڌ ۽ اڻ تڻ ان چائنٺ جي پنئين پاسي ڇڏي ايندو هئين. چائنٺ کان ٿورو اڳتي پڌر ۽ تنهن کان اڳتي اهو ڪمرو. اهو ڪمرو جتي تنهنجا ٽهڪڙا ۽ اوڇنگارون اڃا تائين گونججي رهيا آهن، جتي هر چيز تنهنجي غم غصي، پيار پڇتاءُ، جا داستان دهرائي رهي آهي. هن چوڌاري نظر ڦيرائي ته ڪيس ٻه ڪرسيون ۽ ميز نظر نه آئي. ٻه سال اڳ اهي ڀت جي اوٽ ۾ رکيون هونديون هيون جتي هو ۽ رضيه هڪٻئي جي آمهون سامهون ويهي ڳالهيون ڪندا هئا. ڳالهيون جن کي معنيٰ نه مطلب، اڳياڙي نه پڇاڙي، مکڻ ماکيءَ، ۽ مصريءَ، کان مٺيون ڳالهيون، جن ۾ پل پهر اڏامندا

ويندا ها، جن ۾ پنهنجي زندگي رلندي ملندي ويندي هئي ۽ هو ايئن ڀائيندا هئا ته هو انهيءَ ميز جا ئي پاسا هئا، هڪ ٻئي جي ويجهو به، هڪٻئي کان دور به. ”امي،“ عزيز نوران کي سڏيو، ”امي، هتان ميز ۽ ڪرسيون ڇو کنيون اٿئي؟“ ”ابا،“ نوران جواب ڏنو، ”جڏهن ويهڻ وارا ڏسي هليا ويا ته اهي ڪرسيون رکي ڇا ڪندس.“

(٢)

نوران رضيه جي ماءُ هئي. رنگ جي پوري پني، اڇي اجري ۽ سادي سودي هئي. پندرهين سورهين ورهين جي عمر ۾ ڏني بيوه ٿي وئي. رضيه ڇاڏي مس ته نوران جو مڙس گذاري ويو. نوران جو مڙس ته نه هو، ويل هو ويل! نوران پندرهين ورهين جي. سندس مڙس پنجهٺ جو. سخت ڇيڙاڪ، ڪج فهم، وحشي! هوءَ جڏهن به مڙس جي ڳالهه ڪندي هئي ته روئي ويهندي هئي- غم مان نه پر غصي مان. الائي ڇو، رضيه ۽ عزيز جي محبت نوران کي نه آئڙندي هئي. ”ڏس ته، سهين روز اهو ناٽڪ ڏهي ٿو“ هوءَ چوندي هئي، ”پراڊو پٽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ اچي ٿو ويهي. اها سس پس چڱي نه آهي. لوڪ آهي پوڪ. جنهن کي جيئن وڻندو تيئن هل وجهندو.“ پر هوءَ پاڻ جيڏيءَ، پڙهيل ڳڙهيل ڌيءَ تي زور زبردستي به ڪري ڪانه سگهندي هئي. رضيه جي عمر نوران کان ڇوڏهن پندرنهن سال گهٽ هئي. رضيه جو قد ويو هو پيءُ تي، سو نوران کان ڊگهي لڳندي هئي. شايد ان ڪري نوران هن تي رعب رکي نه سگهندي هئي. پيو ته ڪوئي ڏٺي سائين هيس ڪونه جو سمجهائيس ته اسڪول ۾ ته تون سچيءَ محبت جون ڪهاڻيون پڙهي آئي آهين پر اڄ ڪاله سڄي پنهونءَ وارو زمانو نه آهي. رضيه بلڪل بي پرواه ٿي پئي هئي. هن ڪتابن ۾ پڙهيو هو ته پيار پنڌن ۾ نه ٻڌبو آهي، دنيوي رسم رواج ٻن دلين جي وچ ۾ ديواريون ڪڙيون ڪندا آهن پر پيار جهل پل جو نه

آهي. ان تي ڪائي روڪ ٽوڪ نه آهي. ان وقت هوءَ پاڻ کي سهڻيءَ وانگر سمجهندي هئي، گويا سير ۾ لڙهندي تي وئي، جڳ جا لڳ لاڳاپا لاهي پرينءَ جي پار ترندي تي وئي، ۽ پريان ميهار جي ڪافيءَ جو مٺو آلاپ ٿي آيو. سندس ساري سڌ ٻڌ پلجي ويندي هئي، ڇو محبت جون هيرون لڳنديون هيون ۽ سندس ننڊاکرا نيڻ ڪيس رنگين خوابن جي دنيا ۾ وٺي ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ عزيز کان پڇندي هئي ته، چا اهي سسئي پنهونءَ، سهڻي ميهار جون ڳالهيون سچيون آهن؟ عزيز جون زماني‌ساز نگاهون مرڪي ڏينديون هيون. الائي ائين ڇو آهي ته مرد شاديءَ جي برخلاف هوندا آهن ۽ عورتون شاديءَ جي فائدي ۾ - مرد پنڇور وانگر هوندا آهن ۽ گل گل جو واس وٺي رمندا رهندا آهن ۽ عورتون چاهينديون آهن.... عورتون الاهي چا چاهينديون آهن؟ عزيز جي دل ۾ ڪائي خوبصورت تشبيهه لڪ چپ ڪيڏي رهي هئي- هن پنهنجي گهر ۾ اڏامندڙ جهرڙا ڏٺا هئا جي مٽيءَ جي ذري ذري ڪري ڪٺي ايندا هئا جنهن مان هڪڙو ننڍڙو مٽيءَ جو گهر ٺاهيندا هئا جنهن ۾ پاڻ کي پوري ڇڏيندا ها. سندس ڳوٺ جا ماڻهو انهن جيتڙن کي ”گهرڻيتڙيون“ ڪوٺيندا هئا. سڀ عورتون گهرڻيتڙيون آهن، عزيز سوچيو هو. هميشه سوچيندو هو ته ڇو نه رضيه به نوڪري ڪري مان به نوڪري ڪريان، ٻنهي جي زندگيءَ جون ڪشتيون ائين ئي چانڊوڪيءَ کي ڇهنديون روان دوان رهن! هي نوران ساڳيا سڙه ڇو ٿي چاهي، هي ائين ڇو ٿي چاهي ته گڏ ٻڌجي گڏ ترجي؟ هر انسان جي زندگي الڳ الڳ آهي، هر ڪنهن جي منزل ماڳ جدا جدا آهي، پر انهيءَ لنبي سفر ۾ جي ٻه ٽڪل مسافر ڪنهن ڪڙيءَ تي ملي ويا ۽ چار گهڙيون پيار جي ٿڌيءَ ڇانو ۾ ويهي ڪر ساهيائون ته ان جي معنيٰ اها نه آهي ته هو منزل جي توڙ تائين گڏ هلڻا هلن! رضيه ڪنول جي گل جيئن هئي جنهن ڇون پاڙون

پختيون هجن؛ عزيز پاڻيءَ جي لهر جڻن، جا ڪنول سان وڙي وڙي لڳندي هجي ۽ مٿيون وٺي رمندي رهي. ان جو مطلب اهو نه آهي ته عزيز جي رضيہ سان محبت نہ هئي. رضيہ هن جو روح هئي جنهن کان سواءِ هو دنيا جي هر لطف ۾ ڪمي محسوس ڪندو هو، جنهن کان سواءِ سندس زندگيءَ ۾ هڪ خال هوندو هو، جنهن کي دنيا جي ڪائي به مشغولي، مصروفيت، پوري نہ سگهندي هئي. هوصرف آهو اڏامندڙ پکيئڙو هو، اڄ هيٺي سيان هٿي پڃري جي پند ۾ هن جو رهڻ محال هو. هن جي رضيہ سان ايتري محبت هئي ڏي ان ڪري جو رضيہ ٻين وانگر ڪيس شاديءَ جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش نہ ڪندي هئي جيتوڻيڪ هوءَ چاهيندي هئي ته عزيز کي جند جان سان جڪڙي ڇڏي، عزيز سندس رڳ رڳ جي ويجهو رهي، نظر نظر ۾ ڪڏندو رهي.

نوران الائي ڇو عزيز سان نہ ٺهندي هئي. اٿندي وهندي، عزيز جي گلا ڪندي هئي. رضيہ کي هن جي خلاف ڀڙڪائيندي، ڳالهائيندي ڳالهائيندي بگڙي تپي ويندي. پوءِ ته جهڙو تتو لوه، جو آيو سو سيڪ کائي ويو. سندس نظرون چڀيون ڪيڏنديون هيون ۽ هوءَ مرد جي ساريءَ ذات تي پٺي ڇوه چنڊيندي هئي. عزيز به پيو لنوائيندو هو. ڪڏهن ڏاٽ، ڪڏهن هڏي، ڪڏهن ڇهڙ، ڪڏهن صفا جهيڙو! هين ڪن کان ٻڌي هن ڪن کان ڪڍي ڇڏيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته کيس ڏاڍو غصو ايندو هو پر پوءِ ڪجهہ سوچي مرڪي ڏيندو هو. ڀلا ويچاري نوران ڪڏهن ڪيو هجي ڪوئي عشقڙو ته ڪل پويس! هڪڙي پيري رضيہ ۽ عزيز ٽئي ڪيو ته سکر بيراج تي گهمڻ هلنداسين. عزيز سوچي رهيو هو ته تارن ڀريءَ راتڙيءَ ۾ پل تي گهمڻ ۾ به ڪوئي لطف هوندو! ٿڌو ٿڌو نيرو نيرو پاڻي، تنهن ۾ بجلي بتين جا پاڇاوان- ندي به تارا تارا، آسمان به تارا تارا! نوران هنن جو ارادو ڏسي، مٿي کي پٽي ٻڌي،

۽ رضيه کي چيائين ته اج رتڻ پچائڻ جو ڪم تون ڪر. عزيز
به منٿ ورسو ٿي، نوران کي ڏنو ۽ پوءِ ڪلي ويٺو. اهڙا سوين
واقعا ٿيا جن مان عزيز سمجهي ويو ته نوران جي زندگي
ويران بيابان هئي، جتي محبت جي هير ڪڏهن به نه گهلي هئي
۽ هو ڪڏهن به ڪيس پنهنجي پاسي نه ڪري سگهندو.

(٣)

پيار جي گهڙين کي پر ٿيندا آهن. عزيز جو سڄو سال
انهيءَ ڪمري ۾ گذري ويو. اوچتو ڪيس ڪراچيءَ مان
نوڪريءَ جو حڪم آيو ۽ هو سڪر ڇڏي ڪراچيءَ ويندو
رهيو. نوران ڪيس پوئين ڏينهن نائين ليکيوٽي ڪونه، گويا
ڪوئي اجنبي هو. ڪراچيءَ جي ٽڪڙي ٽڪڙي، ٽرچي ٽرچي
زندگي، ڏيک ويک، ٺاهه ٺوهه، رنگ ڍنگ راڳ روپ، ڪيئي
يار باش، ڪيئي سهڻيون سرتيون، ڪيئي ونڊر ورونهه جون
جڳهون، ڪيئي روح رهاڻ جون ڳالهڙيون! ڪٿي سڪر ڪٿي
ڪراچي هڪ هند زندگي ڪيڏيءَ جئن مس چري پري، پٺي
هند باز جيئن اڏامندي وڃي. عزيز رضيه کي اٿين وساري ويٺو
جيئن ڪائي ضروري شئي ڪوئي ٽڪڙ ۾ وساري ڇڏي.
ڪڏهن ڪڏهن رضيه کي خط لکندو هو سو به ڦڪو، الوٺو،
ڪجسوا! به سال عزيز رضيه کان دور رهيو ۽ جڏهن موٽي آيو
تڏهن رضيه جي اسلم سان شادي ٿي چڪي هئي. عزيز رضيه
جي شاديءَ کان ڪجهه ڏينهن پوءِ سڪر آيو. ڪيس پاڻ تي
ڏاڍو افسوس هو. گويا هو پاڻ وڃائي ويٺو هو. هو سوچي
رهيو هو ته هو خود پاڻي هو ۽ رضيه ڪنول هئي، پاڻيءَ کان
سواءِ ڪنول مرجهائجي وڃي ها، سو اسلم چني ان کي گلدان ۾
رکيو. رضيه عزيز کان سواءِ اڪيلي ۽ اپاڙڪي ٿي پئي هئي،
هن جي زندگيءَ ۾ خال هو جو روز بروز وڌندو ٿي ويو، سندس
حسن آب تاب سان چمڪندو هو، سندس جواني چشمن جئن
ڦاٽ ڪائيندي چوندي هئي ته آهي ڪوئي اجايل جو اچي

پياس بجهائي. جيسين ڪوئي اجايل اچي تيسين رضيه کي پنهنجي سونهن جو سارو آب تاب رڄ مثل لڳندو هو. ڏينهون پوءِ عزيز جو عڪس سندس دل ۾ چٽو ٿيندو ويو. چٽو، ڦڪيرو، ميرانجهڙو، صفا غائب! نيٺ اسلم اچي سندس زندگيءَ جو خال پُريو. رضيه جو اسلم سان پيار ڪونه هو، صرف ڪشش هئي، ڪشش جا ڪاڻيءَ ۽ پٿر جي گسڻ تي باهه پيدا ڪندي آهي جيتوڻيڪ پٿر خود نه جلندو آهي. رضيه جي عزيز سان محبت هئي، اسلم سان رفاقت ٿي وئي. سماج جي پين پنڌڻ کان آزاد هوندي به هوءَ شاديءَ جي پنڌڻ ۾ رضا خوشيءَ پنهنجي وئي. عزيز دنيا ڏٺي هئي، انساني فطرت جا گوناگون پهلو جاچيا هئا انڪري هن کي رضيه تي نه افسوس ٿيو نه عجب آيو.

افسوس نه عزيز کي پاڻ تي ٿيو ۽ عجب نوران تي آيو. نوران رضيه جي شاديءَ جي سخت برخلاف هئي. هونءَ نه نوران چڻ عزيز جا پير ڌوئيندي هئي ۽ ڪيس بيهلو نه سهندي هئي پر اسلم جي اچڻ شرط هن عزيز جي ساراهه جا ڍڪ پرڻ شروع ڪيا. ”عزيز نهايت سياڃهو آهي، نهايت عمدو آهي. جهڙو پڙهڻ لکڻ جو قابل تهڙو اٿڻ ويهڻ جو لائق! منهنجو نه چڻ پيٽ ڄاڻو پٽ آهي. مون سان ڏاڍو پيار اٿس. امي امي پيو ڪندو آهي.“ رضيه پٺي عزيز جي ڳالهه لنوائيندي، نوران پٺي دهرائيندي. رضيه تڏو ساه ڪٽي گذريل محبت تي قل پڙهي ڇڏيندي، نوران ساهي پٺي وري الحمد شروع ڪندي. هوءَ محبت کي لٽي ڇڏيندي، هيءَ پٽي ڪيس ڏيکاريندي ته ڪوڙي ڪچ تي ماڻڪ پٺي مڙهين؛ شادي عادت آهي، محبت عادت نه آهي؛ شادي پلئه پلي تي بڌي، محبت روحن کي ڳنڍيون ٿي ڏئي- ڳنڍيون به ريشم جون، ڇڪيندي نه ڇڄن؛ شادي دنيا ۾ ضروري نه آهي محبت ضروري آهي- ”ترس عزيز موٽي ايندو. مون کي پڪ آهي ته هو موٽي ايندو. هن جي روح توسان

لائون لڌيون آهن. تون هن کان ڪڏهن به وسري نه ٿي سگهين.
ڇري تـو ڇا ڏنو هـو. مون عزيز جون اکيون ڏٺيون هيون
جڏهن هو توکي ڏسندو هو. گويا سندس تارن تي روح نچندو
هو، گويا هن جا چپ تنهنجي محبت جون سرڪيون پرينداا
هئا. گويا هن جي زندگي تنهنجي محبت ۾ حل ٿـي ويندي
هئي. مون کي پڪ آهي ته عزيز موٽي ايندو، توکي ياد آهي ته
مون هڪ طوطو پاليو هو- تون چوندي هئينءَ ته هن جا پـَر
ڪتري ڇڏ ته اڏامي نه وڃي. مون هن جا پـَر نه ڪتريا. هڪ
ڏينهن هو سچ پچ اڏامي ويو. تـو چيو تـه ڏٺءِ هـن جا پـَر
ڪترين ها ته اڏامي نـه وڃي ها. مون چيو تـه پاڻهي موٽي
ايندو. تو خار ۾ پڃروٽي پڄي ڇڏيو. طوطو رلي پني موٽي آيو.
هن جو پڃري سان پيار ٿي ويو هو. پر تو پڃروٽي پڄي ڇڏيو.
پنڪي پٽڪي موٽي ويو." هي ڪمرو برابر پڃرو آهي، عزيز
سوچيو، هن جا پر ڪتريل نه هئا پر ان پڃري سان هن جي
پريت ريجهي وئي هئي. هـي پيارو ڪمرو جتي هـن زندگيءَ
جون پياريون گهڙيون گذاريون آهـن! ڪمرو بلڪل ساڳيو
هو پر انسان بلڪل بدلجي چڪا هئا، رضيه اها رضيه نه هئي،
نوران اها نوران نه هئي- عزيز اهو عزيز نه هو. هـن ڪمري
ڏانهن ڏسي نوران ڏانهن ڏٺو. "ابـا تـون ايترا ڏينهن ڪٿي
هئين؟" نوران چيو. نوران جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. عزيز جي
چپن تي مرڪ هئي- هو دل ۾ چئي رهيو هو، "نوران، رضيه
منهنجي زال نه آهي پر تون سس ضرور آهين...."

# ڪلڏي

هن جي سادگيءَ ۾ چالاڪي هئي، چالاڪيءَ ۾ سادگي. ڪڏهن ٻار جيئن نچندي ٽپندي ايندي ۽ پٺيان اچـي اکيون ٻوٽيندي. ڪڏهن اوچتو منهنجا وار ڌاهي چوندي، ”ڏس تـه ڪيئن ٿي پيو آهين؟“ ۽ پوءِ آرسي کڻي هٿ ۾ ڏيندي. ڪڏهن مان پينسل رکي پاڻي پيئڻ اٿندس تـه گورو پچي ڇڏيندي ۽ اچا ڪٽڻ جـي ڪوشش ڪندس تـه ڪـل ۾ ويڙهجي ويندي. ڪڏهن پوتي ٻڳ ڪري ٻـڌي ايندي ۽ ڪتاب منهنجي هٿ مان کسي چوندي تہ ”چؤ، هاڻي ڇا ٿو ڇئين؟“ ڪڏهن ڏاچڙي کڻي منهنجي ڪنڌ ۾ ڇپائيندي، ڪڏهن شربت ۾ لوڻ وجهي کڻي ايندي، ڪڏهن ڏينهو ڦاسائي، پـر ڪـان وٺـي منهنجي اکيان آڻي ڏيکاريندي. هڪ ڏينهن وڇون ٿريءَ تي کڻي آئي. الاجي ڪيئن ڏنگ ڪڍيو هٿائينس! ”ڏس مون هن کي منڊيو آهي،“ هن چيو. مون ڏانهس شرارت ڀريل نظرن سان ڏسندي چيو، ”تون تہ ماڻهوءَ کي بہ منڊي سگهندي آهين.“ هن جي منهن تي لڄ ڇانئجي وئي ۽ وڇون کڻي منهنجي پاند ۾ وڌائين. مان ڇرڪ ڀري اٿيس ۽ چوٽيءَ کان ڇڪي چيومانس، ”چؤ، وري ائين ڪندينءَ؟“ ”نہ بابا توبہ، منهنجي ماءُ جي بہ توبہ!“ هن هٿ وجهي چوٽي ڇڏائيندي چيو. هڪڙي ڏينهن منجهند جو مون کي دير ٿي وئي ۽ هوءَ ماني کڻي آئي. مون گهٽوڻي ڪيس چيو تہ پاڻ ٿي کائيندس- پـر هوءَ ٿي مڙي! زوريءَ گره گره ڏاهي وات ۾ ڏيندي وئـي. ”زالون سڀ بيوقوف آهن،“ مون خار کائيندي چيو، ”تڏهن تہ تون بہ پاس نہ ٿي ٿيئين.“ ”ٺيڪ آهي،“ هن گوشت جو ڪنڊو مانيءَ ۾ لڪائي منهنجي وات ۾ وجهي ڇيو. مون هڏو ڇٻي اڇـا منهن گهنجايو مس

تہ هوءَ ڪلندي پڇي وئي. مون خار ۾ چيو، بس وري اڳتي هتي نہ ايندس؟ "اڙي، ڏسان تہ گهڻا ڏينهن تو انهيءَ گوڙ ۾ پڙهي سگهين." هن نڪ کي موڙ ڏيندي چيو، "گهر ۾ هڪ اکر بہ پڙهي وئين تہ ڇڙجانءِ." مون سوچيو تہ چوي سچ ٿي. اسان جو گهر ننڍڙو هو ۽ ڀيو تہ ٻار هئا گهڻا. سو مان هن جي گهر اچي پڙهندو هوس. سندس گهر ۾ رڳو ٻہ ڀاتي هئا- ماسي ۽ هوءَ. پر هن بہ تہ منهنجو نڪ ۾ دم ڪيو هو. هر روز نيون شيطانيون سوچيندي هئي. پاڻ تہ مئٽرڪ ۾ ناپاس ٿي پڙهڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو هيائين، هاڻي لڳي هئي منهنجي پٺيان.

هڪڙي ڏينهن منهنجي هٿ ۾ ڪئميرا ڏسي ضد ڪيائين تہ منهنجو بہ فوٽو ڪڍ. گهڻي رد بدل ڪان پوءِ جڏهن مون سندس فوٽو ڪڍيو ٿي، تڏهن هن پوتي ڇڪي پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو.

هڪ گهڙي مان اچا ڪتاب کڻي آيس تہ ڏٺم تہ ٻہ چار ڇوڪريون ويٺيون آهن. مان ڪوٺيءَ ۾ گهڙيس مس تہ سيني وٽي ڪليو ۽ هوءَ ايترو تہ کلي، جو پيٽ کي هٿ وٺي ويهي رهي. مون ڦڪو ٿي ڪيس چيو، "آهي تہ خير؟" "توکي ٿوروئي ٿي کليوسين،" هن کل روڪي چيو، "تون پاڻ چؤ تہ تنهنجي شڪل اهڙي آهي ڇا؟ تنهنجي شڪل ڏسي تہ مون کي روئڻ ايندو آهي، کل وري ڪيئن ايندي؟" "هاڻي بڪ ڇڏ،" مون کيس چڙبيو، "ائين ماڻهو ڏسي مٿو چو ڦري ويندو اٿيئي؟" "مٿو تہ تنهنجو پڙهي پڙهي ڦري ويو آهي" ائين چئي هوءَ وري کلڻ لڳي. "سچ ٻڌايانءِ تہ ڇو پئي کليوسين. مون زهره کي ٻڌايو تہ تو بي. اي ۾ فلاسافي کنئي آهي، تنهن تي هن هڪڙي فيلسوف جي ڳالهہ ٻڌائي تہ، ڪئن هن ڇيڙو پٽ تي ڏسي چيو هو تہ ڳئون اهو ڇيڙو پٽ تي ڪيئن لاٿو ۽ ان تي مون کي ڏاڍي کل آئي."

هڪ دفعي مون ڪيس جمهوريت جا اصول ٿي سمجهايا. ”پر خدا ته اسان کي جمهوريت نه ٿو سيکاري،“ هن سوچيندي چيو. ”خدا ته گهٽائي دوزخ ۾ وجهي ٿو ۽ ٿورائي جن ۾ ملان مولوي، چريا ڪريا آهن تن کي بهشت ڏئي ٿو.“ هوءَ تقرير ڪرڻ لڳي، ”پر پيلي هي بهشت دوزخ جو معاملو به عجيب آهي. مان ته سوچيندي منجهي پوندي آهيان. مشترڪ ۾ اسان کي ماستر پڙهايو هو ته صوفي چوندا آهن ته انساني روح ۾ خدا جو جزو آهي. جي ائين آهي ته پوءِ ته دوزخ ۾ به صرف روح ٿو وڃي ۽ ان جي معنيٰ اها ٿي ته دوزخ ۾ خدا ٿو وڃي.“ هوءَ مذهب جي بي معنائيءَ تي کلڻ لڳي. مان سوچي رهيو هوس ته هن کي اهي شرارتي خيال اچن ڇو ٿا؟ خدا مان به نه ٿي رهي!

سندس کل ۾ زندگي هئي، زنده دلي هئي. کلڻ مهل سندس ڳلن ۾ ڇڻ سفيد ۽ سرخ گلاب گهوٽجي ويندو هو، سندس ننڍڙا چپ ماڪ ۾ آلا ٿي ويندا هئا. مون هن کي مرڪندو ته ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هوءَ هميشه کلندي هئي ۽ سندس کل ۾ ڇڻ سڄيءَ دنيا جي سنگيت سمائجي ايندي هئي، سندس ٽهڪ ۾ ڇڻ معصوميت ۽ شرارت هٿ هٿ ۾ ڏئي نچنديون غائب ٿي وينديون هيون. اڪيلي هوندي ته پئي ڳائيندي، ماڻهو ڏسندي ته کلي ويهندي ڇڻ سڄي دنيا جي خوشي سندس روح ۾ سمايل هئي. هوءَ ايترو ته کلندي هئي جو سندس اکين مان ڳوڙها وهڻ شروع ٿيندا هئا ۽ پتو نه پوندو هو ته هوءَ کلي ٿي يا روئي ٿي! هن جي حياتيءَ ۾ لڙڪ ۽ مرڪ گڏ گهوٽيل هئا. هوءَ مرڪڻ کي تنگ ڪندي هئي پر ڪوئي منجهانئس ڪڪ نه ٿيندو هو. مان ته سائس نفرت ان ڪري ڪندو هوس جو مون کي هن سان محبت هئي ۽ محبت ان ڪري ڪندو هوس جو مون کي هن کان نفرت هئي. مٺي مٺي نفرت، ڪوڙي ڪوڙي محبت! دور رهي، دور رهڻ نه چاهيندو هوس.

ويجهو رهي ويجهڙائيءَ مان ڪڪ ٿي ويندو هوس. مون کي پيون به سوتيون ماساتيون هيون پر ڪا اهڙي عجيب و غريب نه هئي. ڪنهن کي ايتري مجال نه ٿيندي هئي جو مون سان ڪٿي کيچل ڪري. سڀ ڪتابي ڪيڙو سمجهي، منهنجي عزت به ڪنديون هيون ۽ مون کان نفرت به ڪنديون هيون. پر هوءَ الاجي ڇو مون کي ڇيڙيندي هئي. مان ڪتاب جي ڪنهن صفحي تي نشان وجهي بند ڪري ويندس ته هوءَ اها نشاني آتان ڪڍي ٻئي صفحي تي وجهي ڇڏيندي، مان فائونٽين پين ۾ مس پيري رکندس ته هوءَ مس ڪڍي پاڻي پيري رکندي. مطلب ته عجيب شامت هئي. مون ڪيئي پيرا خيال ڪيو هو ته وري سندس گهر نه ويندس. اڃا ۾ اڌائي ڪلاڪ گهر ۾ ويهندس ته هوءَ ڪوئي بهانو ٺاهي ماڻهو موڪليندي. مثلاً چوائي موڪليندي ته ”امان کي مٿي ۾ سور آهي دوا ته ڏي.“ ۽ مان اڃا سور جي دوا ڪڍي ويندس ته نياپو ڏيندڙ گم ٿي ويندو ۽ لاچار مون کي ڏي دوا ڪٺي سندس گهر وڃڻو پوندو. اڃا ويندس مس ته هوءَ کلندي چوندي، ”ڏس ڪيئن چالاڪي ڪري گهرايومانءِ، پتو پيءِ!“ ۽ پوءِ ٺوڙيءَ تي ٽپڻ لڳندي.

پر اُئين به ناهي ته هوءَ مون کي صرف مسخريءَ لاءِ گهرائيندي هئي. مون کي ياد آهي ته ٽهه اونهاري ۾ مون کي پڙهي پڙهي ننڊ اچي ويندي هئي ۽ ڏاڍيءَ گرميءَ ڪري پاسا بدلائيندو هوس ته ڪنهن مهل ٿڌي جهلڪي تي اک پٽجي ويندي هئي ۽ هوءَ وڃڻو هلائيندي نظر ايندي هئي. مون کي اکيون پٽيندو ڏسي ٽڪاءُ ڪرائيندي هئي پٺيءَ تي وڃڻو ۽ اُئين چوندي اٿي ويندي هئي ته ”ننڊ ۾ ڳالهائين ڇو ٿو؟ امان جي ننڊ ٿي ڦٽي.“

جڏهن گڏجي ماني کائڻ ويندا هياسين تڏهن چوندي هئي ته ”ڏسجانءِ جي مون اڄ تو کي بک نه ماريو.“ ۽ پوءِ ٺهڪ ڏيندي هئي. پر مون ڏٺو هو ته هوءَ تمام ٿورو کائيندي هئي

۽ سڀ سڀ شيءِ منهنجي لاءِ رکندي هئي.

هڪڙي ڏينهن مون کي سخت بخار هيو، سو مون پيءُ کي چيو ته ”مٿي کي ٿورا زور ته ڏينم.“ هن هڏيءَ مان چيو ته ”ٻه ڪلاڪ ساندهه ماساتنهن ويهي زور ڏنا ائيمي. اڃا پيو زور زور ڪرين.“ مون کي خبر نه هئي ته غشيءَ جي حالت ۾ هن مون کي زور ڏنا هئا. اهڙيءَ طرح ڪيئي دفعا مون محسوس ڪيو هو ته هن جي مون سان همدردي هئي.

مون بي.اي جو امتحان پاس ڪيو ۽ هن وٽ ويس. هن چيو ”مٺائي کاراءِ!“ ۽ ٺهڪ ڏئي چوڻ لڳي، ”هل سچا تون ڇا کارائيندين!“ منهنجو مڱڻو ٿي ويو ۽ هوءَ آئي ۽ چيائين ”مٺائي کاراءِ“ ۽ پوءِ ”هل سچا تون ڇا کارائيندين!“ چئي، ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳي. منهنجي شادي ٿي وئي ۽ هوءَ آئي ۽ چيائين ”مٺائي کاراءِ،“ ۽ پوءِ ساڳيءَ طرح هل سچا تون ڇا کارائيندين، چئي، ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳي. مون کي ڪڪو ڄائو ۽ هوءَ آئي ۽ وري ساڳيا لفظ چيائين، ”مٺائي کاراءِ“ ۽ پوءِ ”هل سچا تون ڇا کارائيندين،“ چئي ٺهڪ ڏنائين. هن ۾ اڃا به اها معصوم شرارت هئي، اڃا به زنده دلي هئي، اڃا به کلي کلي، ڳوڙها وهي ايندا هيس.

پر...............

ڪالهه هوءَ منهنجي ڪڪي کي کيڏائي رهي هئي. هن جي منهنجي ڪڪي سان ڏاڍي دل هئي. ڪڪو ٻانبڙا پائي ٿورو گهمڻ سکي ويو هو، سو ڪالهه جڏهن هوءَ ڪڪي کي کيڏائي رهي هئي. مان آفيس مان موٽيس. ڪڪي مون کي ڏسي ڪيو ”ٻا آ ٻا آ (بابا)“ مون ٻانهون ڊگهيريون ته ڪڏانس. پر ڪڪو ڪنڌ ڦوٽي هن جي ڇاتيءَ سان چهٽي پيو ۽ چيائين، ”ام مان (امان)“ مون ٽرچي ۾ چيو، ”اڙي امان ته تنهنجي ماني پئي پچائي، هيءَ آئي پڦي!“ پر ڪڪي جڻ منهنجي ڳالهه نه مڃي ۽ هن جي ڇاتيءَ مان منهن ڪڍي، ڏانهس ڏسي، چيائين

”امان.“ اوچتو مون ڏٺو تہ هن جو منهن ون ون ٿي ويو ۽ ڳوڙها سندس اکين مان لهي ڳلن تي اچي ويا. مون تعجب ۾ پڇيو، ”ڇو، آهي تہ خير؟“ هن ڪڇي ڪي ڪين ڇهيو ۽ سندس چولي ۾ منهن لڪائي سڏڪا ڀرڻ لڳي. مان حيرت ۾ هوس. اڄ شايد ڀيريون پيرو هو، جو ٽهڪ ۽ لڙڪ دوستي ڇني جدا ٿيا هئا، زندگي ڪل جو سهارو نہ وٺي سگهي هئي ۽ ڳوڙها قابو پائي ويا هئا، خوشيءَ غم کي ڇهيون ڏئي الوداع ڪئي هئي.

# ڪارو رنگ

هوءَ رنگ جي ڪاري هئي. ڇـڻ تئي جي پٽ ڏنڻ.
جڏهن وهنجي سهنجي منهن‌ڪي ڪريم لائـي نڪرندي هئي ۽ اها آس ۾ رجي ويندي هئي تڏهن هن جو منهن ٻهڪندو نظر ايندو هو، هن جو ڪارو ڪارو، خوبصورت رنگ ڇڻ ٽڙي پوندو هو. تون ضرور تعجب ۾ پيو هوندين ته مون هن جي رنگ‌ڪي خوبصورت ڪيئن ڪوٺيو! پر مان توکان پڇان ٿو ته ڪاري ڪاري رات، اٿيهين-اونداهي خاموشيءَ جـي سير ۾ لڙهندي خوبصورت نظر نـه ايندي آهي ڇا؟ هـوءَ خوبصورت هئي ۽ خاموش! ڪيس پنهنجي خوبصورتيءَ جـو احساس نه هو. دنيا ڪيس بدصورت سمجهندي هئي. هن اهو ڄاتو ٿي ۽ ان ڪري سندس چپن تي خاموشيءَ جـي مهر لڳل هوندي هئي. انڌي کوه جئن خاموش! پر مان هن‌ڪي خوبصورت سمجهندو هوس. اهو چئي نه ٿو سگهان ته هن جي خاموشيءَ ۾ خوبصورتي هئي يا خوبصورتي ۾ خاموشي!؛ پـر مان پانيان ٿو تـه پوئين ڳالهه صحيح آهي. هن جي خوبصورتي دنيا کي وڏي واڪ چئي نه سگهندي هئي تـه مـان خوبصورت آهيان، منهنجو انگ ڊولائتو آهي، منهنجي چمڙي هميشه ٻهڪندي آهي، مان سفيد ڪپڙن ۾ ڇڻ دوزخ جي حور لڳندي آهيان. هن جي ڪنهن سان به محبت نه هئي، نه ڪاڌ خوراڪ سان، نـه ڪپڙي لٽي سان، نه مٽ مائٽ سان، نه سڪي ساهيڙيءَ سان. سندس دنيا صفا اڪيلي هئي، سانتيڪي، سپاجهي، سهڻي دنيا! پـر هـوءَ هميشه ڳائيندي هئي. چپن ۾ ڪجهه نه ڪجهه پئي جهونگاريندي. دل ۾ ايندس تـه به ٿي سڻون ڏاڍيان آلاپيندي. سندس سڄاڻو ڪيس ڪوٺيندائي هئا "ڪوئل." پـر هن جـو آهو لفظ ٻڌي

منهن لهي ويندو هو. هوءَ سمجهندي هئي ته هي منهنجي رنگ تي ڪلي رهيا آهن ۽ نه راڳ ڪي ساراهي رهيا آهن. ٿون پائيندو هوندين ته مان وقلان پيو. اول تو چوان ته هوءَ خاموش هوندي هئي ۽ پوءِ تو چوان ته هوءَ ڳائيندي هئي. پر دوست خاموشي ڳائيندي نه آهي ڇا؟ تو رات جو مئو، جهيڻو ”ترل رل“ جو آواز نه ٻڌو آهي؟ سناٽي جو سريلو گيت! انهن مون ڪي هن جي راڳ ۾ به خاموشي نظر ايندي هئي. ڳائيندي خاموشي! خاموش راڳ.

رات جي وقت هوءَ بالڪنيءَ ۾ ويهي پيئين جو راڳ ٻڌندي هئي. ٽورس ۽ چوڏس رات پئيا چڻ وجد ۾ اچي ويندا هئا. ڏهه ويهه ڇڻا پنهنجي وجود جو احساس وڃائي، راڳ جي رس ۾ ملي ويندا هئا. سندن راڳ ۾ پرديسي پرين جون يادگيريون، پاڃهريءَ جا سر سبز گيت، ڪنهن رڻ پٽ جي چمڪندڙ ريتي، برسات ۾ چنل ڇپر، انتظار جون گهڙيون، اولڙڪا ستارا، اداس نيڻ وغيره وغيره موضوع اچي ويندا هئا. جهانجهه جي آواز ۾ ڪائنات ملياميٽ ٿي ويندي هئي، ۽ ان وقت هن مان آداسائي نکري ويندي هئي، سندس روح جهن جهنا جهن جي آواز تي جهومڻ لڳندو هو، ۽ هوءَ پائيندي هئي ته هوءَ هن ديس ۾ هڪ مسافر هئي، هڪ اڻ سونهون، واڙو مسافر، هڪ پياسي، پيادل راهي ۽ هي مٽ مائٽ، هي سکيون ساهيڙيون سڀ ڏي مسافر هئا، هر ڪنهن جي منزل جدا، هر ڪنهن جو رستو الڳ، هر ڪنهن جي رفتار علحدي! آسمان ڏانهن اکيون کڻي، وهانوءَ کي گهوري ڏسندي هئي ته ڪيس ڪيئي ڪائناتون نظر اينديون هيون، دور دور جون دنيائون جتي صرف خوبصورتي هئي، جتي محبت حسن جي محتاج نه هئي، جتي زندگي بي‌معني نه هئي، دوستي دلبو نه هئي، جذبات بيوس نه هئي. ان وقت هن جي دل ڪنول تي ماڪ جي قطري جئن ٿي ويندي هئي، جو پنهنجي چوڌاري اٿاه پاڻي ڏسي، ڪنهن وقت گهٻرائجي ۽ ڪنهن وقت پيار مان چلڪڻ لڳي. هن

ڪيئي ڀيرا موت تي بہ خيال ڪيو هو. موت! موت ڪي سمجهڻ اهڙو تہ ڏکيو نہ آهي جهڙو حياتيءَ کي! ماڻهو الاجي ڇو سنجهي پوندا آهن؟ هي جسو، هي "مٽيءَ جو مٽهن" ڪڏهن بہ ڊهي ڀوي ۽ مٽي مٽيءَ سان ملي وڃي! موت جو خيال ڪري، هن جي دل وڏي ٿي ويندي هئي. هوءَ سمجهندي هئي تہ جڏهن سندس مٽيءَ جو غبار آڌامي وڃي وهائوءَ سان لڳو هو، جڏهن هوءَ آسمان ۾ تارن جي ڪٽ تي سمهي پيئي هئي، جڏهن ڪيرڏارا ۾ لڙهندي ٿي وئي، سندس هستي ڪنهن نفيس شيءِ ۾ گهوٽبي ويندي هئي- واهہ جي جهلڪن ڪان بہ نفيس، راڳ جي لهرن ڪان بہ نفيس شيءِ ۾. راڳ! راڳ ئي سندس بي معنيٰ هستيءَ کي ڪنيو بيٺو هو، ۽ جهڙي هئي سندس زندگي بي معنيٰ، تهڙو هيو سندس راڳ! بيحد حسين جل پرين جي باري ۾، پنهورين جي پرواز تي، سيتاڦل جي وڻ تي، نم جي ٻور تي ۽ ٻيو بہ الاجي ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين تي سندس دل ۾ مٺا مٺا لفظ ترندا ايندا هئا ۽ هوءَ اهي جهونگاريندي رهندي هئي. بي انداز بي معنيٰ، ليپائيندڙ لفظ!

منهنجي بالڪني هن جي بالڪنيءَ جي سامهون هئي. مون جڏهن بہ هن کي چتائي ڏٺو هو تہ هوءَ ڪنهن ڏوراهين ڏيهہ جو فرشتو لڳندي هئي، جنهن جو هن دکي دنيا سان ڪو تعلق نہ هو، جو ڪوئي مبهم پيام ڏئي رهيو هو ۽ پيام پوري ٿيڻ تي آڏامي وڃڻو هو. صبح جو اٿي هوءَ نڪر جي پاتين ۾ پکين لاءِ ان ۽ پاڻي وجهندي هئي. جڏهن پکي چوڳو چڳي آڏامندا هئا ۽ صاف نيري آسمان جي گهراين ۾ گم ٿي ويندا هئا، تڏهن هن جون اکيون انهن جي پٺيان نامعلوم دنيائون ڳوليندڙيون ويندڙيون هيون. هوءَ ڪيترو وقت پٺي انهن ڏانهن گهوريندي هئي. منهنجي پيڻ چوندي هئي تہ هوءَ ڏاڍي سپاجهي آهي پر ساڳئي وقت ڪجهہ سوداهہ بہ اٿس. مون هن کي ڪڏهن بہ کلندو نہ ڏٺو هو. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن مرڪندي هئي، ۽ سندس چپن تان مرڪ اڌون غائب ٿي ويندي هئي جڏهن

شفق جـي پوئين رنگيني رات جـي ڪاراڻ ۾ ميٽجي ويجي. مون هن کي سوچيندو ٻه ڪڏهن نه ڏٺو هو. هوءَ اڪثر گم سم، وائڙي ويٺي جهونگاريندي هئي، ڄڻ سندس مٿي ۾ دماغ ڪونه هو. ان هوندي به، هوءَ مون کي ڏاڍو وڻندي هئي. مان جڏهن به هن کي ڏسندو هوس تـه ائين محسوس ڪندو هوس تـه اسين صديون اڳي ڪٿي مليا هياسين، ڪنهن ٻڙ جي درخت ۾ جهولا ٽنگيل هيا جن ۾ اسان گڏجي جهوليو هو، ڪنهن نديءَ جي ڪناري تي هڪڙي جـي پنيان ڊوڙيا هياسين. سندس وار هوا ۾ لهرايا تي ۽ پوتي اڏامندي تي وئي ۽ گهاٽ وٽ اچي هوءَ ڏڪجي ويهي رهي هئي جتي مون کيس گهاگهر کڻي ڏني هئي. هڪ صدين جي گهري واقفيت، هڪ جهونو شديد احساس، هڪ بي معنيٰ بي چيني منهنجي دل کي تڙپائيندي هئي. هن جو ڪارو رنگ چمڪندو نظر ايندو هو ۽ هوءَ مون کي خوبصورت لڳندي هئي. بيحد حسين!

جڏهن مون پهريون ڀيرو هن سان ڳالهايو هو تـه مون کي هن جو آواز ٻڌي تعجب نه لڳو هو. مون اول ئي تي سمجهيو تہ سندس آواز ڏاڍو مٺو هوندو. هن پنهنجي بالڪنيءَ مان چيو تہ "منهنجي پاءُ ايڏانهن ڪيئهون اچليو آهي" ۽ مون ڪينهون کڻـي سندس بالڪنيءَ ۾ اڇلايـو ۽ چيو ۾ چيم "ڪويل!"

چئن پنجن مهنن ۾ هن منهنجي ڀيڻ سان چڱي واقفيت وڌائي پر هوءَ اڃا تمام ٿورو ڳالهائيندي هئي. منهنجي ڀيڻ سندس نس نس مان واقف ٿي وئي هئي ۽ مون کي ٻڌايائين تہ هـوءَ جيترو سپاجهي ۽ معصوم هئي اوترو ئـي زيـاده کيس پنهنجي رنگ جو احساس هو. کيس ٻن شين سان رغبت هوندي هئي. هڪڙو آرسيءَ سان ٻيو پنهنجي ٻلـيءَ سان. هـوءَ سئو دفعا ڏينهن ۾ آرسي ڏسندي هئي ۽ سئو دفعو ٻليءَ کي ڪڇ ۾ کڻندي هئي. هن جي پهرين ڳالهہ ۾ نفرت جو احساس هوندو هو ۽ ٻيءَ ۾ محبت جو. ڀيڻ ٻڌايو تہ هن شادي ڪرڻ کان قسم کنيو هو.

منهنجي ڪراچيءَ مـان نوشهري فيروز بدلي ٿي وئي ۽

سال ڪان پوءِ جڏهن مان ڪراچيءَ آيس ته هن جي گهر وٽان به لنگهيس. هوءَ بالڪنيءَ ۾ ويٺي هئي، ۽ ٻيءَ بالڪنيءَ ۾ ساهيڙيءَ سان ڏاڍيان ڳالهائي رهي هئي ۽ ڳالهه ڳالهه تي ٽهڪ ڏيئي رهي هئي. ڪيس ڏسي منهنجي تعجب جي حد نه رهي. سندس ڇاتي گهگهريءَ مان ڇڻ ڦاٽي ٿي، سندس ڳل پرجي آيا هئا. ڪاڏيءَ جي ڪپڙن بدران ڪيس پٽ جي پنجابي ڊريس پئي هئي. هن مون کي ڏسي مرڪيو. سندس مرڪ ۾ چالاڪي ۽ شرارت هئي. پهريون دفعو مون کي سندس ڪارو رنگ بدصورت لڳو. ڇڻ هوءَ ڏائڻ ٿي لڳي ڪاري ڏائڻ. رستي تي مون کي چوڪيدار ٻڌايو ته هوءَ ڏاڍي ڪري پئي هئي. لڪي لڪي رات جو ٻئي ڪوٺي تي هلي ويندي هئي جتي هڪڙو ايس. ڊي. او. رهندو هو. سندس ماءُ کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پئجي وئي هئي ۽ انڪري هن مڱڻي ڇڏيو هوس. ايندڙ چنڊ تي سندس شادي ٿيڻي هئي. ”ڏس ته سهڻي يار!“ چوڪيدار ڳالهه ڪنائيندي چيو، ”شڪل ڇا ٿي چوي، افعال ڇا ٿا چون.“ مون دل ۾ چيو ته ڪير ٿو چوي ته هن جي شڪل خوبصورت نه آهي. ڪارو چمڪندڙ چهرو، سهاڄهو، معصوم! الائي ڇو هن ۾ اهڙو ڦيرو اچي ويو هو. هئي تہ اهڙي نہ. مان تصور ڪندو وڃي رهيو هوس ۽ اٿين ٿي پانيم ته ڇڻ ڪائنات جي شروعات وقت رات ڏينهن کي چئي رهي هئي تہ ”مان ڪاري آهيان، مون سان پنهنجو رنگ مٽاءِ.“ ڏينهن ڪيس چئي رهيو هو ته ”ڇڱو، جو تون ڪاري آهين. سڀ عيب ثواب لڪا پيا اٿئي. منهنجي اڇاڻ گهوري! سڀ ڇڱائي مدائي ٻڌري ٿيو پوي.“

مهيني ڪان پوءِ اهو ساڳيو چوڪيدار مونکي رستي تي مليو. هن ٻڌايو ته هوءَ ڪالهه بيماريءَ ۾ مري وئي ڪيس ٻين مرضن سان گڏ ڪوڙهه به ٿي پيو هو ۽ هوءَ نهن ڪان چوٽيءَ تائين اڇي ٿي وئي هئي. سندس ڪارو رنگ مينهنجي ڇڪو هو.

# رولو

رياض ڪيس ڀرين پيرو ڪلفٽن تي ڏٺو هو. سندس وار هوا ۾ ٿي لهرايا ۽ هوءَ هڪ جل پريءَ جيان ڇولين ۾ اڏامندي ٿي وئي. سندس فراڪ آلو ٿي سندس ڇاتيءَ سان چهٽي پيو هو ۽ ان مان ٻه ڇڻب وارا ڪوڏ جڻ سمنڊ ۾ ٽٻي ڏيئي لاءِ آتا ٿي نظر آيا. سندس ڦڪيري ڪاري رنگ جا تارا ڪڏهن ڪڏهن رياض تي ڪري ٿي ويا ۽ پوءِ سمنڊ جي اٿاه لهرين ۽ گجيءَ ڏانهن ڦري ٿي ويا. هر هر هن پنهنجي سونهري وارن تي هٿ ڦيري سينڌ ٿي ٺاهي. رياض ڏٺو ته هن جا وار ڪجهه سونهري، ڪجهه اڇا هئا. پر پريان غضب جي ڪشش ٿي ڪيائون. هن کي سمنڊ تي پوئين پهر جي ڦڪي چانڊوڪي ياد آئي ۽ جا ڪيفيت هن جي دل تي ان وقت ڇانئجي وئي هئي، سا هينئر به پنهنجو رنگ ڇمائي رهي هئي. "هوءَ ڪير، مان ڪير!" رياض دل ۾ چيو، "ڪو ته سبب آهي جو ٻه اجنبي هڪٻئي کي ڏسي جڻ صدين جي گهري واقفيت محسوس ڪن ٿا! ايتريون ڇوڪريون ڇڏي، جو مان هن جي پٺيان آيو آهيان، آخر ڇو؟ ڪو ته سبب آهي. هن جو نماڻو، اداس حسن ايتري ڪشش ٿو ڪري!"

ڇهين مهيني ڪان پوءِ هن ڪيس روهڙيءَ ۾ هڪڙي سنت جي آستان تي ڏٺو. وقت جو سمنڊ ڇوليون ماريندو ٿو رهي. ڪيئي لهريون سطح تي اڇي، ٻه ٽي پل لهرائي، چانڊوڪيءَ کي چميون ڏئي، وڃي ترو وٺن ٿيون. ته مٿان ته آهن انساني ذهن جا، بي نشان، بي انداز، بي انت. رياض جي دل ۾ به هڪ هلڪي ياد جي لهر آئي. "مون هن کي ڪٿي ڏٺو ته آهي! هي سونهري وار، هي ڦڪا ڪارا تارا، هي اپوجهه اداس

ڇهروا!“ هن ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ڪجهه ياد نه آيس. پريان گيڙو-رتي چولي ۾ جوڳي سلفي ڇڪي رهيو هو. دونهون هوا ۾ اڏامي وڃي ڪائيندو ٿي ويو جڏهن رياض جي دماغ ۾ خيال. هو هڪ سيلاني هو، هڪ ادبي روح. ڪڏهن ڏس ته شاهه جي ڀٽ تي ڪلام ڳائيندو، جهوليندو نظر ايندو؛ ڪڏهن گنجي ٽڪر تي ڪنهن خيال ۾ سونجهيندو نظر ايندو، ڇاڻ ڪنهن پارس جي ڳولا ۾ نڪتو آهي؛ ڪڏهن ٺٺي ٻولا خان ۾ ڪنهن ماهيڙياڻيءَ کان مڪڻ وٺندو ڏسبو ۽ آڏين اکين سان سندس حسن، پريل ڇاتيءَ، گلابي ڳلن جو نظارو به ڏسندو رهندو؛ ڪڏهن عمرڪوٽ ۾ مومل جي ماڙيءَ تي ويهي، لهندي سج جي گهري گهري شفق کي رات جي اونداهي ۾ گم ٿيندو ڏسندو نظر ايندو هو؛ ڪڏهن پراڻي سوٽ ۾ منگهي پير کان لاهوت-لامڪان پيو ويندو، گهنڊيدار وار بنا ڍنگ جي سندس منهن تي پيا پوندا ۽ هو اهي هٿ سان هٽائي هلندو رهندو؛ ۽ ڪڏهن فريئر هال ۾ راڻي وڪٽوريا جي بوتي وٽ ڪنهن پارسياڻيءَ سان مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪندو، ڪيس مغربي موسيقيءَ تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري پنهنجو پاڻ پيلائيندو نظر ايندو. هو چوندو هو زندگي هڪ سفر آهي، هڪ بي منزل، لاپتي سفر- ۽ هو هڪ اڻ ٿڪ لا مقصد مسافر!

اڄ هو سنت جي درشن لاءِ آيو هو، ان لاءِ نه ته هن جو درويشن ۾ اعتقاد هو، پر ان لاءِ جو هن کي سنڌ جي شهر، ڳوٺ ڳوٺ، جاءِ جاءِ، دڙي داڙي، چونڪ چونڪ، ڪنڊ ڪڙڇ سان محبت هئي. اڌوراڻي پٽنٽ سان هو ٽڏي تي ليٽيو، پٽي جي پيڙي پي رهيو هو ۽ سوچي رهيو هو ته مون هين اداس اکين کي ڪٿي ته ڏٺو آهي! ٻه ٽي موالي پنگ گهوٽي رهيا هئا. گهرڙ گهوٽ گهرڙ گهوٽ جو آواز سندس خيال کي تيز ڪري رهيو هو. اوچتو آواز بيهجي ويو ۽ هڪ موالي اٿي مٽ سان لوٽي پيو. رياض جو خيال پنگ جي ڪونڊي

ڏانهن چڪجي ويو. ۽ چٽا صاف جهلي ويٺا هئا ۽ هڪ مٿان
پنگ وجهندو ٿي ويو. هن جي ذهن ۾ ۽ انهن ڇهن مهينن جا
خيال چٽي رهيا هئا، پر هڪ جهوني ياد نه ٿي لٿي. ٻنهين
۾ ڪاري ٿيل ڇت، ڀتين جي جهوني کهگل جنهن مان ٻه،
جا ڪک چٽي رهيا هئا، ميرانجهڙا ٽڏا، ڀتين تي سنت جون
۽ ميريون تصويرون، دروازن مٿان لوهي شيخن تي ڪوريئڙن
جا گهاٽا ڄار، سڀ هڪ خاص تصوير ڪڍي رهيا هئا- سنڌ
جي جهوني، پٺتي، وهمي تهذيب جي تصوير! ايتري ۾ ڪوئي
پنگ جي جمني ڪٽي آيو ۽ چوڻ لڳس، ”بابو، بابا جي آستان
جي امرت-رس توهان ۽ پيئو.“ هن پهريون ته خيال ڪيو ته
وٺي پيئانس پر پوءِ ارادو ڦيرائي ڪنڌ ڏوڏي چيائينس ته ”مان
نه پيئندو آهيان.“

”بابا، اٿيو آهي،“ ڪنهن اچي چيو ۽ پوءِ سڀ اٿي
ٻئي ڪمري ۾ وڃڻ لڳا. رياض ٻــ ٻيڙي ڦٽي ڪري، پيرين
اگهاڙو اچــي قطار ۾ ويٺو. اتفاقاً سندس سامهون اهــي اداس
اکيون هيون- ناسي فراڪ، سونهري وار، اداس اکيون. هن ڪان
سامهيڙيءَ تي پڇيو ته ”توکي کهڙو ڪم آهي.“ هن آهستي
جواب ڏنو، ”بس ڪوئي ته آهي.“ ۽ هن جون غمگين اکيون
وڌيڪ غمگين ٿي ويون. رياض سمجهي ويو ته هوءَ انگريزي
پڙهيل هئي. هــن نظر ڊوڙائي تــه چوڌاري سڀ نت يا پڙي
واريون نظر آيس. رڳو هيءَ ۽ ٻي ڇوڪري جنهن ڪانئس سوال
پڇيو تنهن کي فراڪ پيل هو. پر ٻين جڻن هيءَ ٻه هٿ جوڙي
ويٺي هئي. سندس منهن تي بي انت اداسائي هئي- هن جا شفق
رنگ وار ڄڻ ان اداسائي کي وڌيڪ گهرو ۽ گنڀير بڻائي رهيا
هئا. سنت ٻن قطارن جي وچ ۾ ڦري رهيو هــو ۽ الائي ڇا
جو ڇا جپي رهيو هئو. شرڌالو واپاڻيون سندس پير چمي رهيون
هيون. گهٽيءَ مان گهٽيل باسي هوا ٿي آئي. پــر رياض صرف
انهن اکين جــي گهرائيءَ ۾ گـــم هو. بي انت گهرائي- قطبي

ساگر جي تهه، مٿان لهرين جئن گهري! ساڌ ٻيلي جي مور جي آواز جئن اداس! روهڙيءَ جي کجورين مٿان چانڊوڪيءَ جئن اداس! نمن جي چونڪ ۾ پوئين ٻور جي ٻوءِ جئن اداس! هن اهڙيون اداس، خوبصورت اکيون، اهڙا اداس، خوبصورت وار ڪٿي نه ڏٺا هئا. رياض خودبخود جهونگارڻ لڳو، "گهرا گهرا ڪارا نيڻ، جادو لائي ويا جيءَ ۾." هن ڪنڌ ورائي ڏٺو ته ٻه ٽي ڇوڪرا ٻيا ٻه، انهن اداس اکين کي تڪي رهيا هئا. هڪڙي کي اڇي پتلون، اڇي قميص، سونا بٽڻ ۽ هٿ ۾ ٻنڇي پيتي هئي. هي کيس اهڙين ڏسي رهيو هو جئن ٻلي ڏسي شيشي جي برنيءَ ۾ مڇيءَ کي. ٻئي کي زين جو سوٽ، ڦڪل رنگ جي ٽاءِ ۽ خاڪي قميص پيتي هئي ۽ کيس آڏين اکين سان ڏسي رهيو هو. جڏهن هن سان اکيون ٿي مليس تڏهن پاڻ ڪري تي ڪنڌ جهڪايائين.

رياض مرڪي وري انهن اداس اکين ڏانهن ڏٺو. جئن سرءُ جي چانڊنيءَ جو پوئين پهر ۾ سوجهرو اداس ٿيندو آهي، جئن سياري ۾ شام جو اس جا پويان ترڪا اداس لڳندا آهن، جئن مائي درياهه ۾ سکر براج جي پٿرن جو پاڇو اداس لڳندو آهي، جئن منڇر تي سائيءَ کان وڇڙيل پکي اداس لڳندو آهي ۽ بندوقن جي آواز کان خوف ۽ هراس ۾ ان کي گوليندو آهي، تئن رياض کي لڳي پئي تي انهن اکين جي اداسائي!

رياض ڪيئي ڇهڪندا چهرا ڏٺا هئا. ڪيئي ڪنڊا مک کيس ياد آيا. ٽر ۾ ترائيءَ تي هن هڪ نوجوان ڇوڪريءَ کي گهاگهر کڻائي هئي. جڏهن هن چيلهه تي گهاگهر رکي هئي، ته سندس ڇاتي ڇڄ گهگهريءَ مان ڦٽڻ لڳي هئي. هن جو انگ انگ ڏولائتو هو. رنگ اڇو نه هوس ته پوءِ ڇا! چينيءَ جي ڪوپ کي پنهنجي سونهن آهي پر جڏهن ڪنهن لسا لسا پيالا چڪي تي چاڙهيندو آهي تڏهن انهن جي پني ٻوءِ ۽ سانوري رنگ مان اهو لطف ايندو آهي جو شايد ئي چينيءَ جي ڪوپ مان اچي! ڪجهه

پنڌ هلي هن ساهيڙين سان ٺهڪ ڏنو هو، بي پرواهه آزاد، اڻوڄهه ٺهڪ، ڄڻ سڄيءَ ڪائنات هڪ پل لاءِ جل ترنگ هلايو ۽ چوڌاري واريءَ جون بي انداز ڍڳون جهومي اٿيون، ڪانڊيرا پنهنجا پيلا گل لهرائڻ لڳا، صاف نيلي آسمان مرڪي ڏنو.

پراڻي سکر ۾ يارهينءَ جي ميلي تي هن شاهه خيرالدين جي آستان جي پٺين دروازي وٽ هڪ عورت کي ڌاريي مرد سان ڳالهائيندو ڏٺو هو. لڪي لڪي محبت ڪرڻ ۾ مزو آهي، سو ڪٿلي ڪلائي پيار ۾ اصل ڪونهي. بدناميءَ جو خوف ملاقات جي لطف کي ڄڻ چار چنڊ ٿو لڳائي ڇڏي. ڪهڙو نه مٺو هو ان عورت جو آواز! ڄڻ وايولن جو آواز! ڇڻڪندڙ، مٺو، سيسرات اڀاريندڙ! ڄڻ خوشي سندس آواز سان لڪ-ڇپ ڪيڏي رهي هئي. هر هر هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، پنهنجي دوست جي قميص جو بٽڻ ڦيرائيندي، هن ڪهڙيون نه مٺيون مٺيون ڳالهيون ٿي ڪيون.

لڪي لڪي محبت ڪرڻ جي ڪيس هڪ ٻي به ڳالهه ياد آئي. هن ڪان هڪ ڀيرو درخواست لکائي هئي. ڳالهيون ڪندي، هن ڪانئس پڇيو هو ته، ”ڪڏهن عشق ٿو به ڪيو اٿئي.“ ڀيرو، جو سندس ڪلاڪ ڪن ۾ گهرو واقف ٿي ويو هو تنهن چيو ته ”سائين اهڙو ڏيکاريان، جو عمر ڀر نه وسرئي،“ ۽ پوءِ رات جو رياض کي ڪپڙ جي وڻ پٺيان ويهاري، ڀيرو دڙي تي ويهي بين هلائي هئي. بين جو آواز رات جي سناٽي کي چيريندو ڪوهين دور نڪري ويو. چوطرف اونده هئي، پوري اماس. تارا هڪٻئي سان اشارا ڪري رهيا هئا ۽ انسان جي اڻڄاڻائيءَ تي مرڪي رهيا هئا. ٿڌي ٿڌي هوا بدن ۾ سياٽو وجهي رهي هئي. ڏهه پندرهن منٽ مس گذريا ته هن ڀريان هڪ ڇوڪري ڏٺي، جا وڏيون وکون کڻندي، سهڪندي ٿي آئي ۽ ٻن ڇئن قدمن تان ٽپ ڏيئي اچي ڀيرو جي ڇاتيءَ سان لڳي. ڪيتري نه جانباز هئي محبت هن جي! ڪوئي

ڇٽ ڪين ڏسي ها ته منٽ ۾ ڪارو ڪاري ڪري پنهي جون سسيون ڪهاڙيءَ جي هڪ ڌڪ سان اڏائي ڇڏي ها. رياض ڪراچي ڪاليج جي لئبرري ۾ لڪي لڪي محبت ٿيندي هزار بار ڏٺي هئي. پر هيءَ محبت بي‌مثال هئي. هڪ اڻ-پڙهيل ڇٽيءَ جي محبت! ڪو سر جو سانگو نه ڪيائين، ٻن جي مٽر آواز تي بيتاب ٿي هرڻيءَ جيان ڇالون ماريندي آئي. سر جي سٽ هئي. نه رکيو مٽ مائٽ، پاڙي اوڙي، ڏيٺ ويٺ جي گلا جو گهانگهو پاڻٺو هو پر ساه تان آه ڪٺڻي هئي. ڪهاڙيءَ جي چمڪندڙ ڌار جو خيال نه ڪري، هوءَ پرينءَ جي ٻين جي آواز تي پنهوريءَ جئن اڏري آئي. موت ۽ محبت تارازيءَ جي پڙ ۾ هئا ۽ هن سودو قبوليو هو.

اڇڻ سان هن پرينءَ کي ڀڏايو ته سندس سوٽ ڪيس ذري‌گهٽ ڏٺو هو ۽ پوءِ ٿهڪ ڏيئي ڇڻ ٻن ڪهاڙين جي ڌارن ٽڪري آواز ڪيو، ڇڻ ساونڻي بادل گجيا. کهڙي نه بي‌خوف محبت. جاهل خوشي!

رياض ڪيئي ڪلٽيون، ڇلوليون ڇوڪريون ڏٺيون هيون، ڪيئي ڪاليجي ڇوڪريون جن محبوب جي تقرير ٻڌي يا ڪيس ٽينس ۾ راند ڪٽندو ڏسي، خوشيءَ سان تاڙيون وڄايون هيون، پر انهن سڀني جي خوشيءَ ۾ ايتري ڪشش نه هئي جيتري هن جي غم ۾، انهن جي ٽهڪ ۾ ايتري سنگيت سمايل نه هئي جيتري هن جي ڦڪيءَ غمگين مرڪ ۾، انهن جي چلولائيءَ ۾ ايترو حسن نه هو جيترو هن جي گنڀيرتا ۾. رياض سوچيو ته غم کي پنهنجي ليکي سونهن آهي. غم خوشيءَ کان وڌيڪ سهڻو آهي، لڙڪ مرڪ کان وڌيڪ پيارو آهي. هو شاعر نه هو جو ان تي ڀي ٿي شعر لکي وڃي، هو ڪلاڪار نه هو جو ان تي ڀي ٿي تصويرون چٽي يا بيت جوڙي. پر هن جي دل هڪ شاعر يا ڪلاڪار جي دل کان زياده گهري ۽ وسيع هئي. هن جي جذبات ۾ شعر جو درياه ڀيٽيل هو، هن

جي خيالات ۾ ڪيئي تصويرون چٽجي چڪيون هيون، ڪيئي بت گهڙجي چڪا هئا، پر هن جهڙو مٺو شعر، هن جهڙي سهڻي تصوير، هن جهڙو من-موهڻو بت رياض اڳي ڪڏهن نه ڏٺو هو. اي حسن جا غم، تو تي ساري دنيا جي خوشي قربان آهي، اي غم جي ديوي تنهنجي سڏڪي اکين اندر ديوتا جي محفل جي سڄي سنگيت نچ آهي.

رياض ڏٺو ته هو بوٽ پائي وڃي رهيا هئا. هو به ٽي منٽ ترسي هُن جي پٺيان هلڻ لڳو ۽ ٽڪڙا ٽڪڙا قدم کڻي، درياهه جي ڪناري تي پهتو. هو ٻيڙيءَ تي پهچي چڪا هئا، ۽ جيستائين هي پهچي ٿي پهچي تيستائين ٻيڙي هلي چڪي هئي. ڪناري تي پهچي هن ٻيڙيءَ ڏانهن حسرت ڀري نگاهه اڇلي. شام ٿي چڪي هئي. سج جو سونهري گولو آهستي آهستي پاڻيءَ ۾ ڊرڪندو ٿي ويو. سونهري لهرون ڪناري کان مٿيون وٺي غائب ٿي ويون. رياض محسوس ڪيو ته ڄڻ هڪ پڇڙ تارو آسمان تان ٽپي ٻئي تاري جي پاسي ۾ شعاع ڪندو غائب ٿي ويو، ڄڻ بهار جي هير ۾ هڪ شاخ نمي آئي ۽ ٻيءَ شاخ سان ڳلي ملي جدا ٿي ويئي، ڄڻ زنده پير تان هڪ لهر هلي ۽ ساڳ ٻيلي جي ڏاکڻ جا پير ڇهي هلي وئي. پر غير واقف اکيون مليون ۽ هڪٻئي کي مبهم پيغام پهچائي جدا ٿي ويون. هوءَ ٻيڙيءَ تي وڃي رهي هئي، هڪ جل پريءَ جئن. اوچتو رياض کي ياد آيو ته هن ڪيس ڪلفٽن تي ڏٺو هو!

# شرابي

هو پيئندو هو ته جيئندو هو نه ته سندس زندگي موت جهڙي خاموش هوندي هئي. زندگي! هن ڪيئي ڀيرا خيال ڪيو هو ته آدمي ڄائو ڇو؟ صرف انهيءَ لاءِ ته مصيبت، مرض، ۽ موت جو شڪار ٿئي؟ آدمي ته ڇڏ پر هيءَ ڪائنات وجود ۾ ڇو آئي؟ هي گل صرف انهيءَ لاءِ پيدا ٿيا ته شاخ تي ڄمي، ڦٽي ڦاٽي، مرجهائجي وڃن؟ هي ڏينهن رات، هي واچ مينهن، هي چنڊ تارا، هي سڄو مانڊاڻ، هي سڄو ڪتراڪ ڇا لاءِ؟ ان لاءِ ته ڏينهن جي روشني رات جي اونده ۾ گم ٿي وڃي، چنڊ تي گرهڻ ڇانئجي وڃي، تارا ٽٽي لاٽون ڪندا ڪنهن گمنام انڌيري ۾ غائب ٿي وڃن؟ خيال ڪندي ڪندي هو شراب جو پيالو ڀريندو هو ۽ هٿ مٿي ڪري چوندو هو، ”جنهن دئيت هيءَ دنيا پيدا ڪئي تنهن جي نالي“ ۽ پوءِ ڍڪ ڏيئي پي ويندو هو. شراب خاني خراب! پر شراب کان وڌيڪ هيءَ سڄي دنيا خراب هئي. هيءَ بي انصافي، بدصورتي ۽ بدانتظاميءَ جي دنيا! شراب سندس جان ۾ عجيب جوش پيدا ڪندو هو. هو اٿي جهومندو هو، ڳائيندو هو، سٽيون وڄائيندو هو. هوش ۾ ڪيس شاعرن کان نفرت هئي. جي لفظن جي بازيگريءَ ۾ عمر وڃائي ڇڏيون هئن، تن سان محبت ڪيئن هوندي! شاعر، اهي خود فريب مداري! پر جڏهن هو پيئندو هو تڏهن ڪيس راڳ مان بيحد لطف ايندو هو. سندس روم روم ۾ راڳ جي لهر ڊوڙي ويندي هئي، سندس انگ انگ بحر وزن تي هلندو هو.

هوش ۾ هن کي مصورن لاءِ ڌڪار هئي. ڀلا ڇا رکيو آهي شفق جي رنگ ۾! اسپتال ۾ نرس نمونيا جي مريضن جي ڇاتيءَ تي پلستر رکندي آهي، سونهري پلستر! شفق جو

رنگ ان پلستر جي رنگ کان ڇا ۾ بهتر آهي! ڇالاءِ اهي بيوقوف ڪلاڪار ڪلاڪن جا ڪلاڪ آسمان جي گهراين کي تڪي، ڪاغذ تي رنگ ٿڦي، پنهنجا احساس پيا ڇٽين! پر جڏهن شراب جي ڇڪي چاڙهيندو هو تڏهن سندس دل ٿيندي هئي ته وڃي سمنڊ جي ڪناري تي ڊوڙون پايان، سج جي پوئين رنگ جي جهلڪ ڇني وٺان، ڇولين جي جواني ۽ مستي کسي وٺان، جهوليان، لهرايان، ۽ ناچ ڪريان.

هو چوندو هو ته دنيا جا وڏا ماڻهو سڀ بيوقوف آهن. عام ماڻهو کانئن محنت ڪرائي سندن ساراه ٿا ڪن. ڪهڙا نه سياڻا آهن اهي عام ماڻهو! پاڻ اصل محنت نه ٿا ڪن پر ٻين کي سندس محنت لاءِ ساراهن ٿا ته جئن هو سڄي عمر سندن خدمت ۾ گهلندو رهي. اهي سياستدان، شاعر، فنڪار سڀ احمق آهن. سيني کي عام ماڻهن ساراهي ڪاٺ جو الو بڻايو آهي. هو سياڻو هو ۽ ان ڪري هن به وڏي ماڻهوءَ ٿيڻ جي تمنا نه ڪئي هئي. ڪري به ڇو؟ ڀلا خواب ۽ حقيقت ۾ تفاوت ئي ڪهڙو آهي! شراب جي مدهوشيءَ ۾ هو پاڻ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو ماڻهو سمجهندو هو. بنا محنت جي وڏو ماڻهو، دنيا جو ڀريون سياڻو وڏو ماڻهو! جڏهن خمار لهي ويندو هوس تڏهن کيس سڄيءَ حالت تي ڪوبه افسوس نه ٿيندو هو. زندگي به ته هڪ خمار آهي، اها وڏ ماڻهپ به ته هڪ خمار جي لهر آهي، موت کان پوءِ ڇڻ ته ڪوئي وڏو ماڻهو ٿيو ئي نه هو. انساني بدن مادي جو ڍهيل آهي ۽ مادي سان ملي ويندو. پوءِ ڪيئن پتو پوندو ته هيءَ مادي جو جزو منهنجي بدن جي جوڙجڪ ۾ ڪم آندو ويو ۽ هي ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي.

هو پيئندو هو ۽ جيئندو هو. هوش ۾ کيس عورتن کان نفرت هوندي هئي. ڀلا ڇا رکيو آهي عورت جي ڇاتيءَ ۾؟ ٻه ڇربيءَ جا ڳوڙها ڏسي، ماڻهو الو بڻجي وڃي! عورتون،

اِهي بيوقوفيءَ، بڪواٽ، بيهودگيءَ جا نمونا گهڙيءَ ۾ سياڻي ۾ سياڻي ماڻهوءَ جو سر جهڪائي ڇڏن! هُن حياتيءَ ۾ هڪ پيرو عشق ڪيو هو. اونهاري جا ڏينهن هئا، سندس محبوبڙيءَ کي ڏينهن جو ننڊ اچي وئي هئي. هونءَ ته هوءَ ڪيس ڏاڍي سهڻي لڳندي هئي. سندس سنهڙا چپ، باداميءَ جهڙيون اکيون ۽ انهن تي ڪجل جون ليڪون هن کي آپي مان ڪيدي ڇڏينديون هيون. پر اڄ هوءَ بي خبر ستي پئي هئي. سندس وات کليو پيو هو جنهن تي مکيون ويٺيون هيون، سندس اکين ۾ پيليون چيپڙون هيون، گرميءَ ۾ سندس ڪڇن مان پگهر وهي سندس گهگهريءَ کي خراب ڪري رهيو هو. هن جي سونهن جي احساس کي اهڙو ته ڌڪ آيو، جو وري ڪڏهن به هن ڪنهن عورت سان محبت نه ڪئي. پر جڏهن هو نشي ۾ هوندو هو تڏهن سڏو ڪنهن طوائف جي گهر ويندو هو جنهن جا ناز نخرا، هار سينگار هن کي ايترو ته وڻندا هئا، جو ڪيسي ۾ جيڪي به رپيا پيا هوندا هئس سي هو انهيءَ کي ڏيئي ڇڏيندو هو.

هو چوندو هو ته زندگي مون کي فريب ڏيئي رهي آهي ۽ مان زندگيءَ کي فريب ڏيئي رهيو آهيان. مان ”هاڻي“ مان جاڻان! ”ڪالهه“ پورو ٿي چڪو، ”سياڻي“ اچا آيو ناهي. پر جي شراب پي مان انهيءَ ”هاڻي“ جي وجود کي مٽائي سگهيس، ته چڱو مون زندگيءَ جي سچي ڊوڙنگ کي ڊاهي وڌو، قدرت جي سچي ڪارسازيءَ کي شڪست ڏيئي ڇڏي. هو چوندو هو ته اهو شريف آدمي نه آهي جنهن حياتيءَ ۾ آپگهات جو خيال نه ڪيو آهي. هو خود شراب پي روز ”اڄ“ جي زندگيءَ جو خاتمو ڪندو هو.

هو چوندو هو.... وڏيڪ ڇا ٻڌايانءِ، مطلب ته هو گهڻو کي چوندو هو ۽ جيڪي چوندو هو ان تي هلندو هو. ڪيس ڪوبه ڪم ڪار نه هوندو هو. ٿوري گهڻي پيدائش، جا سندس

پيءَ جـي چڏيل ملڪيت مان ٿيندي هيس، اها شراب جـي خريديءَ ۾ وڃائيندو هـو. ماڻهو سندس گلا ڪندا هئا، هـو ماڻهن جي گلا ڪندو هو. ٻاڙي وارا کيس گاريون ڏيندا هئا، هو ٻاڙي وارن کي گاريون ڏيندو هو. حياتي کيس ڌڪو ڏيندي هئي، هو حياتيءَ کي ڌڪو ڏيندو هو.

هرهڪ انسان پنهنجي محدود دنيا جـو مرڪز آهـي. ڪهڙو به ڪاٺو ڪوجهو، ٺُنڊو منڊو هجي ته به پنهنجي زندگيءَ جي ناٽڪ جو هيرو آهي. پر هن جي ننڍڙيءَ دنيا ۾ ڪجهه به نه هو سواءِ شراب جي بوتل جي. شراب سندس جگر، جان، جيري ۾ وسي چڪو هو. سندس حياتيءَ ۾ جـو خال هوندو هو ان کي هو شراب سان پريندو هو. ٽپائيءَ تـي لٽون رکي سگريٽ دکائيندو هو ۽ سگريٽ جي دونهين جمڻ سڄيءَ دنيا کي ور وڪڙ کائيندو ڏسندو هو. هڪ ڏينهن هو ائين سگريٽ ڇڪي رهيو هو ۽ پنهنجي بي معنيٰ حياتيءَ تـي سوچي رهيو هو. سوچڻ کان کيس نفرت هئي پر جيترو وڌيڪ هو سوچ کان نٽائيندو هو اوترو ئي وڌيڪ سوچيندو هو. هن جو خيال هو ته انسان هڪ وڏو ڪمبخت ساهوارو آهـي. حيوان، جنهن کـي ڪابه سوچ سمجهه ناهي، انهيءَ کان بهتر آهي.

”مياٺو، “ ”مياٺو، “ هـن هڪ ننڍڙو ٻلي جـو ٻونگڙو ٽپائيءَ هيٺان ڏٺو. هـن هٿ وڌائي ان کي کنيو ۽ ٽپائيءَ تـي رکيائينس. آهو جڏهن به شراب پي گوشت ۽ ڊبل روٽي کائيندو هو تڏهن آهو ٻلڙو ٽپائيءَ هيٺان اچي ”مياٺو“ ”مياٺو“ ڪندو هو، پر هن ڪڏهن به ڌانهس ڌيان نه ڏنو هو. جيئن هو گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ تي هري ويو هو تئن آها ”مياٺو“ ”مياٺو“ به سندس خيالات ۾ دخل نه ڏيندي هئي. پـر اڄ هـن جو ڌيان ان ڌانهن اوچتو ڇڪجي ويو ۽ هو ان کي ٽپائيءَ تي رکي، هٿ گهمائڻ لڳو ۽ ڊبل روٽـي گوشت ۾ ٻوڙي کيس کارائڻ لڳو. هن کي انهيءَ ننڍڙي جانور کي هٿ گهمائڻ مان جا خوشي ٿي

رهي هئي، سا شايد هن کي هن مهل تائين ڪڏهن به نه ٿي هئي.

روز هو انهيءَ ٻليءَ جي ٻچي کي گوشت کارائڻ لڳو. آن جي ڪير لاءِ هڪ تسري به جدا ڪري رکيائون. جڏهن به ڪيس هوش هوندو هو تڏهن ان ٻليءَ جي ٻچي سان راند ڪندو هو. هن به ٿي ڪينهون آڻايا هئا، جي ان جي اڳيان ڦٽي ڪندو هو ۽ ان کي ڪينهن تي پنهنجا ننڍڙا، نرم گدين وارا پير رکندو ڏسي خوش ٿيندو هو. ڪائنس دنيا جو بي معنيٰ وجود، سماج جي بيهودگي، انسان ذات جي ڪميڻائي وسري ويندي هئي. هينئر سندس دل ۾ نفرت جي ڪڙي جذبي بجاءِ مٺو مٺو لطف هوندو هو. هن ٻليءَ جي ٻچي جي ڳچيءَ ۾ گهنگهرو ٻڌا ۽ انهن جي ڇم ڇم مان ايترو مزو ايندو هوس جو سندس روح نچڻ لڳندو هو.

هاڻي هو جيئندو هو ۽ پيئندو هو. هن جي جيئڻ جو دارومدار شراب تي نه هو. سندس زندگيءَ جي خال کي به ٻه شيون پري رهيون هيون. شراب جي بوتل ۽ ٻليءَ جو ٻچو. آهو ننڍڙو خوبصورت جانور سندس زندگيءَ ۾ معنيٰ پيدا ڪري رهيو هو. هو اڳي کان گهڻو وقت هوش ۾ رهڻ لڳو ۽ اهو سمورو وقت هو انهيءَ بي سمجهه حيوان کي پيار ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. آهستي آهستي هو شراب جو واهپو گهٽائيندو ويو. هڪ بوتل، چار پيگ، ٻه پيگ، هڪ پيگ... ان ريت هن پنهنجي عادت کي ڪيتري قدر مٽائي ڇڏيو. هاڻي ڪيس شعر، فن، حسن، محبت، دوستيءَ سان به دلچسپي ٿيڻ لڳي هئي. هن ٻهرين دوستي مون سان رکي. هڪ رات سندس ڪنڌ ڪپي وئي هئي، سو خيال ڪيائين ته ٻليءَ جي ٻچي کي ڦڪو ڪير ڪيئن پياريان. اچي منهنجو در کڙڪايائين. منهنجي زال در وچي لاٿو ته، الاجي ڪير هيڙو ڪملو آيو آهي! هن کي ڏسي واڻڙي ٿي وئي ۽ اچي مون کي چيائين ته، هي چنڊال هن مهل ڇو آيو آهي؟ جيستائين مان وڃان ئي وڃان تيستائين هو اندر گهڙي آيو ۽ چيائين، ”معاف ڪجو، مون کي ٿوري ڪنڌ ڪپي.“ مون کي هن

جي حال تي تعجب آيو ٿي ۽ ڪل ٻه پر هن جون ڳالهيون ٻڌي مون کي هن سان همدردي هوندي هئي. سو هن کي ڪنڌ ڏيندي مون چيو، "ٻيو به ڪجهه کپي؟" "نه، مهرباني. مون کي پنهنجو ته خيال ڪونهي، مان ته ڦڪو پي سگهندو آهيان، پر هن معصوم حيوان کي ڦڪي کير پيارڻ تي دل نه ٿي، سو توهان وٽ لنگهي آيس. تڪليف معاف ڪجو." هن چيو. مون کي اها ڳالهه اهڙي ته عجيب لڳي، جو مان هن جو دوست ٿي ويس. هو هاڻي سڌري رهيو هو. شراب گهٽو ڇڏي ڏنو هئائين. زندگي ٺاهڻ جا ويچار ڪندو هو. ماڻهن کان نفرت نه ڪندو هو. پر مون کي هن جي انهيءَ ٻليءَ جي ٻچي سان ايتري محبت نه وڻندي هئي. مون چاهيو ٿي ته هو ماڻهن جهڙو ٿئي ۽ اهي چرياڻيءَ جون ڳالهيون ڇڏي ڏئي.

ڪلهه هو مون وٽ آيو ۽ چيائين ته "اياز! ٻوتل ٽپائيءَ تي رکي آيو آهيان. منجهس پويون پيگ بچيو آهي. اڄ مان اهو پويون پيگ به اِن ٻوتل کي پڇي ڦٽي ڪندس ۽ وري شراب نه پيئندس. تون مون سان هل ته مان تنهنجي منهن تي انجام ڪريان." مان يڪدم هن سان گڏجي آيس ۽ اچا اندر گهڙياسين مس ته هن رڙ ڪئي. هو زمين تي ڏسي رهيو هو. ٻوتل فرش تي ٽڪريون ٽڪريون ٿي پئي هئي ۽ ٻليءَ جو ٻچو رتو رت ڦٿڪي رهيو هو. آن شايد ٽپائيءَ کي ڌوڏيو هو جنهن تان ٻوتل ڪري پئي هئي ۽ آن کي شيشيون لڳيون هيون. هن ٻليءَ جي ٻچي کي کنيو ۽ کيسي مان رومال ڪڍي رت اگهيائينس. ٻه ٽي ڏينهن هن ان جي دوا ڪئي پر زخم روز بروز وڌندا ويا ۽ ڳوڙها ٽمندا ويا ۽ ٽن ڏينهن کان پوءِ اهو ٻچو مري ويو. سندس بدن تي زخم هئا، ڳوڙها انگوري شراب جهڙا.

# نظيران

دريءَ جي ڀڳل شيشي مان ٿڌي هوا ٿي آئي، رڪي رڪي عبدالغفور جي بدن ۾ سياٽو پئجي ٿي ويو. لوڏي، جا واري سان ڪپيءَ ٻانهن تان لهي ٿي ويس تنهن جو پلئه ڪلهي تان اڇلائي، ۽ عينڪ جا نڪ تان واري سان ڪسڪي ٿي ويس، سا هٿ سان مٿي ڪري، اکين تي ڪڇائي، هو لکڻ ۾ محو ٿي ٿي ويو. "اڄ جهڙو سيءُ ته سڄيءَ عمر ۾ نه پيو آهي،" هن مس ڪپڙيءَ ۾ ڏسندي چيو، جنهن مان مس ڪپي چڪي هئي. وڪيل جي منشگيري ڪئي، کيس ٻائيتاليهه سال ٿيا هئا. اهڙيون هن ڪيئي درخواستون لکيون هيون. قلم رڪي، هن ٿڪل آڱريون ٻ ڳهيريون. عريضيون لکي لکي، ڪيس ڪاپي ڪري ڪري، سندس هٿن جون رڳون به نيريون ٿي ويون هيون. نيري نيري رڳ، ڄڻ فائونٽين پين جي ربڙ ۾ ڪنهن مس ڀري هئي، سندس هٿ جي سڌين هڏين تي وراڪا کائيندي ٿي وئي. ڪنهن وقت انهن هٿن تي ماس چڙهيل هو، ٻولائتا، ڳورا هٿ!

هن کي ياد آيو ته ڪئن نظيران کي چپاٽ هنئي هئائين، جا ڪجهه وقت نه رسي ويئي هئي ۽ پوءِ روئي چيو هئائين ته "زندگي ڏسي ٿو مارين، رضا الله جي!" اڄ ڪيترو نه کيس نظيران تي رحم ٿي آيو. ويچاريءَ پيءُ جي ته ساڃهه ۾ شڪل ئي نه ڏٺي هئي. ماءُ به سندس شاديءَ کان سال پوءِ مري وئي. انسان جي دل ۾ ڪيڏي نه محبت ٿي ٿئي! پيءُ ماءُ سان، مٽ مائٽ سان، ڏيٽ ويٽ سان، پاڙي اوڙي سان! پر نظيران جي محبت ايتري ئي محدود هئي جيتري گهري. هن جو دنيا ۾ غفور کان سواءِ ڪوبه نه هو. هو سندس سوٽ

به هوگهوٽ به هو. محبت، اها محبت، جو هوء غفور کان اڳ ڪائيندي نه هئي توڙي ته به رات جا وچي وڃن، ۽ هي وري ٻي ٻي ٻجهن تائين پنگ جي جمني پي، وڏيري ڪريم بخش جي اوطاق ۾ تاش کيڏندو هو. هڪڙي پيري پڳهت تي ڏي وڃي ويس. پڳهت ته ڪوڪ کاڌو ڏي! ڪات هو ڪات! پوءِ به سهڻي جو بيت ته اهڙو هنيائين! ابوء! ڇي، ”ڳهرا جي پيٽن جا، ڪلها تن ڏناس!“ سڀ زارو زار ٿي رنا، ڇڻ ڪنهن جگري دوست جو جنازو سامهون ٿي وين. غفور به قميص جي پاند سان ڳوڙها اگهندو گهر آيو، پر گهر جي چائنٽ ٽپيو ته ڇڻ ورق وري ويا. ”نظيران، او نظيران،“ هن ڪڙڪي سان سڏيو. جواب ايندو نه ڏسي، هو چڪي ڏانهن ويو. ڏٺائين ته کير جو لوٽو اونڌو پيو هو ۽ زمين تي کير هاريو پيو هو. سمجهائين ته اهي ٻلي جا ڪم هوندا. پوءِ ته سندس غصي جي حد نه رهي. پر ڪري چماٽ هيائين نظيران کي، جا ڪٽ جي هڪ پاسي تي مٺي ننڊ ۾ ستي پيئي هئي. ويچاري ڏک کائي ڇرڪ ڀري اٿي، ويتر جو هن رڙ ڪيس ”چنبي اڄان رات مس ٿي آهي ته ڦوڪون ٿي ڏئي،“ ته اڳو پوء حوصلا خطا ٿي ويس. آها رات کيس اڄ به ياد ٿي آئي. ڪهڙي نه غريب هئي نظيران! ويچاريءَ نه سال نه جواني نه ماڻي. ڏس ته سهڻي پنهنجي شيءِ جو ڪو قدر نه ٿو ڪري! مفت ۾ ملي هئي سو مارون سهي سهي، چپ پيڪوڙي، اکيون اگهي اگهي ڀري ويٺي. پچاڙيءَ جو ٻار نه مٿو چاڙس. مٽيءَ مٽيءَ جي نشاني به نه رهي.

عبدالغفور پاڻي ڪُنڊيءَ ۾ وجهي، ان کي هٿ ۾ ڦيرايو جٽن پاسن لڳل مس پاڻيءَ سان ملي وڃي. نب کي ننهن تي سٽو ڪري وري هو لکڻ ويٺو. اڃا اڌ پنو مس کنيو هئائين ته ڏيئي مان وٽ جون پوڙيون ڇپيون نڪرڻ لڳيون. هن ڪاغذ رکي تيل جي شيشي کولي. اپتري ۾ ڏيئو نه پڙڪا ڏيئي،

وسامي ويو. عبدالغفور ڪٽ سان ٽاپو ڪاڻي، گوڏي کي هٿ وٺي ويهي رهيو. "جيئن سئيءَ جو ڌاڳو وڌو تيئن وڌيڪ ڳنڍيون، جيئن عمر وڌي تيئن وڌيڪ مونجهارو" هن سوچيو. خير، مان ايڏو وڏو ته نه آهيان. ته به پريا پنجي ويا آهن، سڄي عمر نه ماٺيو نه ڇوڙيو. ويچاريءَ نظيران ڪيتي ڀيرا ته چيو هو ته سونيون چوڙيون گهڙائي ڏينم. پر ان وقت ڇت ڪٿي هئي. عاج جي ٻانهين ۾ ته ڄڻ اک ئي نه ٻڌيس. چي "اڄ نوان فيشن آهن، اڄ عاج عيب آهي." هن مٺيءَ نظيران تي خار ڪاڍي. سندس خار ۾ اها غضب ناڪي نه هئي، ٺهڪري چڙ چئجي. هن کي ياد آيو ته ڪئن اطلس جي سٿڻ ۾ ته ڄڻ پري لڳي رهي هئي. مٿان وري زريءَ سان ڳچيءَ ڀريل چولو. هن ائين محسوس ڪيو ڄڻ نظيران سان شب برات جو پينگهي ۾ ٿي لڏيو. جهرمر جهرمر ڏيئا هوا ۾ ٻري رهيا هئا ۽ اڇوڪي ڏيئي جئن وسامي نه ٿي ويا. اڄ رات ڪنهن نه ڪنهن وقت هي ڏرلن جو سڀ پاڻي کير ٿي ويندو، هنن ٻنهي سوچيو هو ۽ دلو ٻاسي ۾ رکي، هڪٻئي سان رهائيون ڪرڻ ويٺا هئا ته اتي ئي ننڊ اچي ويئي هين. کيس ياد آيو ته ڪئن آسمان ۾ ڀڃڙ تارا ڏسي کيس نظيران ٿي چيو ته انهن کي شيطان ڊيڪائي پيو آهي. ۽ هن انهيءَ رات خواب لڌو هو، هڪ ڀيانڪ، ڪنبائيندڙ خواب، جنهن ۾ هڪ چمڪندڙ ڏاڙهيءَ وارو ڀوت کيس ڊيڪائي پيو هو. هڪ ڀيري وري هنن ڪٽاندي ۾ ڪاري ٻلي ڏٺي هئي. چوندا آهن ته ڏائڻ ڪڏهن ڪاري ٻلي ٿي ايندي ۽ ڪير جهڙي اڇي شيءِ ڏسي ماڻهو ٿي پوندي آهي.

هن پريان ماڻهو ڏٺو جو هيڏانهن ڇُريو پريو ٿي. پوءِ ۾ اکيون ڦاڙي وري ڏٺائين. منٽ کان پوءِ کيس ڪپڙو هوا ۾ اڏامندو نظر آيو. "سٿڻ آ،" هن جي ڦڪيءَ ڪل سرد فضا ۾ ڪنجهي جو آواز پيدا ڪيو، ۽ کيس وري اطلس جي سٿڻ ياد آئي، نظيران جي لسي لسي، نرم نرم، ملائم اطلس جي سٿڻ!

سندس بدن ۾ وري جواني اڀين ڊوڙڻ لڳي جيئن مٿان ڇت ۾ ڪوئا ڊوڙي رهيا هئا. هن کي پاڻ تي خار آيا ته ڇو نظيران کي ماريندو هو. هن اڀين محسوس ڪيو ڄڻ نظيران جي وارن تي هٿ ڦيري رهيو هو ۽ ڪيس پرڇاياڻين ٿي. ڪيس ياد آيو ته نظيران جا وار جي ڇيله ڪان ٻه هيٺ پوندا هئس، سي ڪئن ويم ۾ ڪمزوريءَ سبب ڇڻي ويا هئا. سونهن بہ ڪنهو ڇنڪو آهي. هن جي بدن ۾ ڏرڙي ايري ويئي. سونهن! نظيران بيشڪ سهڻي هئي. سندس سڄي ڇپ جي پرسان ڪارو تر کهڙو نہ سهڻو لڳندو هو! ڳلن تي ٻہ ٽي ماتا جا سيئرا هيس پر ماس پرجڻ ڪري اهي اڻ لڪا داغ غضب جي ڪشش پيدا ڪندا هئس. نظيران کهڙي نہ چڱي هئي. هڪ ڀيري نظيران ميٽ ۾ ڏهي وجهي، وارن جي ڇيڙه لاهڻ لاءِ اهو سڄو مٿي کي ٿڦيو هو. هن ڪيس ڏٺو هو تہ ڄڻ ڪراهت وٺي وئي هيس. پر جڏهن وهنجي سهنجي هوءَ گلاب جو گل ٿي آئي هئي تہ کهڙي نہ ٿي وڻي! سندس ڳلن جو زيتوني رنگ ڄڻ ٽڙي پيو هو. نظيران جي سونهن تہ نهي، پر سياءُ تہ ڏس! ويچاري ٻہ سڏڪا پري، نڪ سڻڪي، ڪم ڪار ۾ لڳي ويندي هئي. اڄ جون زالون اهڙيون ڪٿي آهن؟ زبان اٽن ڪلهن تي. شڪل وري کهڙي اٿن. نظيران جي جتيءَ برابر بہ نہ ٿينديون. هن جهڙي پري پري، ڇهنب دار ڇاتي اڄ تر ۾ ڪي نظر نہ ٿي اچي. غفور جي رت ۾ ماڪوڙيون ڊوڙڻ لڳيون. هن خيال ڪيو تہ جي اڄ نظيران هجي ها تہ وڪيل صاحب جي ٻہ-گهوڙيءَ گاڏيءَ تي وٺي، لڪ ڇپ ۾ سئنيما ڏيکاري اچانس ها. ڪنهن کي خبر ٿورو ئي پوي ها. هن کي ٽيون ڏينهن وارو کيل ياد آيو جنهن ۾ هيرو پنهنجي محبوب کي گهوڙي تي ڪٺي ٿي ويو. ڪيس اوچتو ياد آيو تہ ڪئن نندي هوندي هو گهوڙو ٿيندو هو ۽ سندس سوٽ نظيران ڇمڪي ڪٺي، ڪيس هڪليندي هئي. نندي هوندي جون عجيب ڳالهيون آهن. غفور من ئي من

۾ جهونگاريو، ”جهونا ٿيا جهاز، سٽ نہ جهلن سڙهہ جي.“ ڪيس ياد آيو تہ ڪٿن نہ ڪاغذ جي ٻيڙي ٺاهي، هو ۽ نظيران گندي پاڻيءَ جي موريءَ ۾ هلائيندا هئا.

هڪڙي ٻيري مک ماري، ڏاڪي ۾ ٻڌي، ڏينهوءَ جي اڳيان رکي هئائون ۽ ڏينهو ان کي جهٽي ڏاڪي سوڌو اڏاميو پئي، چڻ ننڍڙو هوائي جهاز تـي لڳو. اوچتو ڪيس مورت يـاد آئي جا هن ٻنو حجم جي دڪان ۾ ڏٺي هئي جنهن ۾ هوائي جهاز کي هيٺان هڪ سپاهي بندوق هٽي رهيو هو.

اهي سپاهي وڙهن چو ٿا، هن خيال ڪيو. جنگ ۾ وڏي چريائي آهي. هن اخبار ۾ پڙهيو هو تہ چيناڻي پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن. هڪ گهر ۾ رهي، پاڻي پاڻ ۾ وڙهن، ان ڪان وڌيڪ تہ چريائي ٻي دنيا ۾ ڳولي لڀي. پـر ساڳي وقت هو بہ تہ هڪ گهر ۾ رهـي نظيران سان وڙهندو هـو، غفور لڄي تـي سوچيو، هائي جيڪڏهن نظيران هجي تہ جيڪر اصل نہ مارياس- اصل نـہ. هائي تـہ مان هزار رپيا ميڙيا آهن جيڪر سونيون چوڙيون گهڙائي ڏيانس، راضي نہ ٿئي تہ جهومڪيون بہ گهڙائي ڏيانس. سٺ رپيا وڌيڪ لڳندا. ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي. هن ڏٺو تہ نظيران آئيني اڳيان جهومڪيون پائي رهي هئي. ”ڏس تہ سهڻين،“ نظيران چيو، ”ڪنن جا سوراخ ٿي چڻ پورجي ويا آهن.“ سونيون جهومڪيون سندس اکين اڳيان ائين تجلا ڏيڻ لڳيون چڻ انڌاري رات جـو اوچتو جهڙ لهي وڃـي ۽ تارا ٽمڪندا نظر اچن. هن اٺي اڳٽ مان چاٻيون چوڙي پنهنجي پيتيءَ مان سو سو جا ڏهہ نوٽ ڪڍيا. اونده ۾ بہ هو انهن تي بادشاه جي تصوير چڱيءَ طرح ڏسي رهيو هو. هن سوچيو تہ ٻيو پلا ڇـا وٺان. هـن خيال ڪيو- سو چوڙيـن تـي، سٺ جهومڪين تي، اهڙا ڪي ٽين سوين جا ڪپڙا- اطلس جي نرم سٽڻ چڻ سندس بـدن سان گهسرائيندي هڪ مٺي خارش پيدا ڪندي وئي. برقعو بہ ريشمي سبائيندومانس، هن ڪاري ملائيءَ

جو برقعو ڪيئي پيرا نوجوان عورتن کي پائيندو ڏٺو هو. ڪيتري نه ڪشش هئي ان ۾. لئي جو برقعو ته ڄڻ بدوين جو تنبو ٿي لڳو. "نظيران" هن ڪجهه ڏاڍيان چيو. "ماما، مان آهيان عذرا." سندس پاڙيسريءَ صابو ڪاسائيءَ جي ڌيءَ عذرا چيو، جا دروازو پٽي اندر آئي هئي ۽ غفور جي اٿ ويهه کي حيرت ۾ ڏسي رهي هئي. هن چيو "ماما، ابا کي ڏاڍو بخار ٿي پيو آهي. امان سڏي ٿي." چانڊوڪيءَ جي روشني، جا پٽيل دروازي مان اندر ٿي آئي تنهن ۾ عذرا جي ملائي اطلس جي سٿڻ ۽ نوڙي چمڪي رهي هئي. "اطلس جي سٿڻ، نوڙيءَ جي چمڪي،" غفور دروازو ڏيندي وحشين جئن جهونگاريو ۽ عذرا جي وارن تي هٿ گهمائڻ لڳو. چار پنج منٽ هو ائين بيٺو هٿ گهمائي رهيو هو. اڇي جوان ٿي آهي، هن سوچيو، يارهين ورهين جي ٿي آهي، باقي ڪو سال ڏيڍ. هاڻي ته پڻس ڪان سڱ گهران. وٺندو چار پنج سو. هن وارن تان هٿ لاهي، عذرا جي نوڙيءَ تي آندو. نوڙيءَ جي چمڪي تان هٿ ڪري، عذرا جي اطلس جي سٿڻ تان گيسرندو اچي پنهنجي سٿر تي لڳس. اطلس جي سٿڻ، نرم نرم ، لسي لسي، ملايم اطلس جي سٿڻ!

# سفيد وحشي

آس ۾ واري چمڪي رهي هئي. پريان ساحل تي چٽ چانديءَ جو پڙڇ وڇايو پيو هو. ڇوليون ڪناري تي اڇي واريءَ سان ملي ٿي ويون ۽ سندن رنگ چٽ پگهريل سوني جي جهلڪ ڏئي رهيو هو. دور آسمان ۽ سمنڊ نيري افق ۾ ملي ٿي ويا. صديق ڪناري تي بيڙي جهلي. سنهي ڄار ۾ سفيد مڇيون ڦٿڪي رهيون هيون ۽ سج جي روشنيءَ ۾ چلڪيون ٿي. ٻن چئن ڪلاڪن يا سرمائن ۾ ساهه هو باقي ٻيون سڀ اڌمئيون ٿي ويون هيون. وڏيون، وڪري جهڙيون مڇيون چونڊي صديق ڪاريءَ ۾ رکندو ويو ۽ باقي ننڍڙيون، ڪچيون مڇيون ڪناري تي ڦٽي ڪندو هو. ڪاري ڪپڙي سان ڍڪي هن سگريٽ دکايو. سندس نگاه پريان جهاز جي چمنيءَ تي هئي جنهن مان دونهون نڪري رهيو هو. ڪلڪتي تان ڪياماڙيءَ جا جهاز چڱيءَ طرح ڏيکاربا آهن. هن کي جهاز ۾ خلاصيءَ جي حياتي نه وڻندي هئي، جيتوڻيڪ هن جا ٻئي ڀائر انهي ڪم ڪندا هئا. سندس طبيعت آزاد ۽ تنهائي پسند هئي. ڪيئي ڀيرا هن چاهيو هو ته روشن منار ۾ بتي ڏيکارڻ جي نوڪري ڪريان. شام جو جڏهن سج ڏيري ڏيري سمنڊ ۾ غائب ٿي ويندو هو ۽ شفق جي سونهري رنگ پاڻيءَ جي نيري چٽ سان ملي هڪ عجيب سمو پيدا ڪندو هو، تڏهن هن جي دل ۾ ڪيئي امنگ اٿندا هئا. سمنڊ جي گهرائيءَ جئن، بي انت، اٿاهه، اونها! ان وقت هو پنهنجي دل ۾ هڪ خال محسوس ڪندو هو، سندس احساس کي هڪ بي‌معنيٰ ڪتڪتائي بيتاب ڪري ڇڏيندي هئي.

اڄ ـــ هو اٿي بيڙيءَ تي لٽ لڪي، پريان پاڻيءَ ۾

ٽڪريون ڏسي رهيو هو. هن سگريٽ جو دونهون نڪ مان ڪيندي چرڪ ڀريو. خيالات جي رو ۾ هن ڪي پتو ئي نه پيو هو ته سامهون گلان مڇيون، جي هن ڦٽي ڪيون هيون، سي ميڙي رهي هئي ۽ ڳائي رهي هئي. جنهن نه لنگر ڀيڙيءَ مان اڇليو آهي ۽ وچي واريءَ ۾ ڪپندو آهي تنهن اچ گلان سندس دل ۾ ڪپي وئي. هن اڳ ۾ به ڪيئي ڀيرا ڪيس ڏٺو هو پر اڄ الاجي ڇو هن جو چهرو انهن غير معمولي طرح چمڪي رهيو هو. هن جا وار هوا ۾ لهرائي، غضب جي ڪشش ڪري رهيا هئا. هوءَ هڪ ننڍڙيءَ سرمائيءَ جهڙي ٿي لڳي. سهڻي، سنهڙي، لچڪڻي، چلڪڻي! گلان هڪ وارو اڏيءَ اک سان هن ڪي ڏٺو ۽ پوءِ مڇين ميڙڻ ۾ محو ٿي وئي. هن جو پيءُ ڪلفٽن ٽي ريسارنٽ ڀرسان ڪوڏ وڪندو هو ۽ هو رهندا به ميربحرن جي وهڙهي ۾ هئا. روز هوءَ ڪناري تان مڇيون ميڙڻ ايندي هئي، جي هو ڏينهن رات تري چانورن سان ڪائيندا. هميشه وانگر هوءَ اڄ به آئي هئي ۽ پنهنجي ليءَ ۾ جهونگاريائين به ٿي ۽ مڇيون به ميڙيائين ٿي. صديق ڀيڙيءَ مان چار ڪيڏي گلان ڪي ڇيو، ”گلان هي چار ته پتاراءِ.“ گلان ڪاري رکي، چار ڪي ٻن ڪنڊن کان جهليو ۽ پوءِ ٻنهي آهستي نوڙي ڌرتي ٽي چار پتاريو. ۽ پوءِ هوڪاري ڪٽي وچڻ لڳي. صديق ڪيس ٻانهن ڪان جهلي ڇيو، ”گلان ڪيڏانهن؟“ گلان پهريون ته هڪي ٻڪي ٿي وئي پر پوءِ جهٽڪي سان ٻانهن ڇڏائي وچڻ لڳي.

ٻئي ڏينهن هن سڀئيون مڇيون گلان لاءِ رکيون. گلان ڪي ايندو ڏسي هن اهي مڇيون ڪناري تي ڦٽيون ڪري ڇڏيون. گلان ايڏيون وڏيون مڇيون ڏسي پهريون ته عجب ۾ پئجي وئي پر پوءِ صديق ڏانهن ڏسي مرڪي. اڄ صديق ڪيس ڪجهه نه چيو. چوي به ڇو؟ مڇي خودبخود چار جي ويجهو اچي رهي هئي.

روز بروز صديق جي گلان سان دوستي وڌندي وئي. پهريون مرڪ پوءِ چرچو پوءِ ڳل اِتي هلڪي ٿڦ، پوءِ ڪتڪتائي، پوءِ... هاڻي هو پنهنجي زندگيءَ ۾ خال محسوس نه ڪندو هو، منجهس اڳين اُپاڻڪائي ۽ اڪيلائي نه رهي هئي. هو ڪناري تي چار لاءِ نوڙي وٺندي خيال ڪندو هو ته گلان سان شادي ڪندس، ٻار ٿيندا، انهن کي ونجهه هلائڻ، جار ڳنڍڻ، ترڻ تڙڳڻ سيکاريندس، انهن لاءِ ٽڪريءَ تان ڪيٽي ڪوڏ، سپون، ناڌ ميڙي ايندس ۽ ائين هيءَ زندگي، هيءَ ٻيڙيءَ جو ٻور، سک سانت سان گذري ويندو. گلان هينئر سندس روح ۾ رمي چڪي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن هو شام جو گلان کي ٻيڙيءَ تي سير ڪرائيندو هو. سڙهه چاڙهي، پوءِ ٻيڙيءَ کي هوا جي رخ تي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ گلان جي سامهون ويهي ڳائيندو هو.

”پرين ويا پرڏيهه، اسان جا پرين ويا پرڏيهه!“ منهنجو پرين ته منهنجي سامهون ويٺو آهي، هو دل ۾ ويچاريندو هو، پر الائي ڇو، گلان جي ويجهڙائيءَ ۾ به ڪيس دوري نظر ايندي هئي. سج ٽڪريءَ پٺيان ڇپي ويندو هو ۽ سون رنگ آڪاس ۾ ٽڪريءَ جي چوٽي هڪ بخشيل روح جئن ڏيکاري ڏيندي هئي. سامونڊي پکهن جا وار پر ڦڙڪائيندا دور نڪري ويندا هئا- دور، اُفق جي هن پار، جتي صديون انسان جي بوءِ به نه آئي هئي، جتي نه ميلاپ هيو نه وڇوڙو، نه ويجهڙائي نه دوري، نه صديق نه گلان، جتي صرف وحدت هئي، نيري نيري يڪرنگي! اونده آس پاس ڇائنجي ويندي هئي، پاڻي گهاٽو نيرو ٿي ويندو هو ۽ شفق جي پوئين سرخ ليڪ ڪارنهه جي تهن ۾ گم ٿي ويندي هئي. هو سڙهه ڦيرائي ڪناري جو رخ ڪندو هو. گلان ٻيڙيءَ جي هڪ پاسي ٻانهن هيٺ ورائي لپ ۾ پاڻي کڻندي هئي. لپ! لپ! پاڻي هن جي ٻانهن سان لڳي ڇلڪو ڪائيندو هو ۽ هوءَ ٽهڪ ڏيئي ڦينگن ڪان منهن پري ڪندي هئي.

صديق سڪان ڪي هٿ ڪان وٺي، ٻيڙيءَ جي مهاڙيءَ تي پير رکي، اونده جي بي انت گهرائيءَ ۾ گهوري ڏسندو هو. سمنڊ جو مٺو، ٿڌو شور سندس بدن ۾ سيسرات اپاريندو هو. سڄي ڪائنات طلسماتي ٿي ويندي هئي. آسمان ۾ ستارن جي جهڳ-مڳ، پريان منهوڙي وٽ ٻتين جي جهرمر، ماحول تي ڄڻ جادوءَ جو چار وڇائي ڇڏيندي هئي. پاڻيءَ ۾ تارن جو عڪس لهرائيندو هو ۽ هو ڀانئيندو هو ته ڄڻ آسمان سمنڊ ۾ ٻڏي ويو آهي، ڄڻ سندس ٻيڙي عرش تي هلي رهي آهي، گلان هڪ فرشتو آهي ڪنهن ڏورانهين ڏيهه جو، ڪنهن فردوس جي ٻارنهن دريءَ جي حور!

صديق هميشه جڏهن مڇي ڦاسائي ڪناري تي چار پٽاري رهيو هو، ته هن وڏا ٺڏڪا ٻڌا ڄڻ ته پريان ٺڪريءَ ڪي ڪنهن ٻم سان اڏائي ڇڏيو. هن زندگيءَ ۾ اڳي ڪڏهن به اهڙا دهشت انگيز ٺڪاءَ نه ٻڌا هئا. هو اڃان انهن تي غور ڪري رهيو هو، ته پريان ريسٽارنٽ جي طرف شور ٻڌائين ڄڻ ته ڪو وڏو فساد ٿيو هو. تعجب وچان هو چار اتي ڦٽو ڪري ريسٽارنٽ طرف ويو. اٺ ڏهه گورا سولجر هندستانين کي گاريون ڏئي رهيا هئا، ۽ هندستاني گونگا، گم سم ٿي، هنن ڏانهن ڏسي رهيا هئا. هن ريسٽارنٽ جي نوڪرڪان پڇيو ته "ڇا آهي؟" جنهن کيس ٻڌايو ته گورا سولجر هندستاني خلاصين سان وڙهيا هئا ۽ "هندستان" جهاز کي باهه لڳائي هئائون. صديق جون واڇون ٻتال ٿي ويون. هن جا ٻه ڀائر "هندستان" تي نوڪري ڪندا هئا. "پوءِ ڇا ٿيو" ڪندو، هو نوڪر کي ٻانهن کان وٺي ڌوندارڻ لڳو. پر نوڪر گوڙ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ هن ڏانهن ڪن نه ڏنائين. صديق ٽڪڙو ٽڪڙو موٽي آيو ۽ مڇيءَ جي ڪاري کڻي وڃي گهر رکيائين ۽ پنهنجي اڌوراڻي سائيڪل تي چڙهي شهر ڏانهن هليو. ڪچهري روڊ تي ڪيترا ڪاليجي ڇوڪرا ڏٺائين، جي جهنڊا کڻي "انقلاب

زنده باد،" "هندستان آزاد"جا نعرا هڻي رهيا هئا. هن سائيڪل تان لهي هڪ ڇوڪري کان ابهري آواز ۾ پڇيو، "هندستان جهاز جو ڇا ٿيو؟ منهنجو پيءُ به اتي خلاصي هو." ڇوڪرا سندس ڇوڏاري مڙي ويا ۽ هڪڙو ڇوڻ لڳو ته "اهي گورا، اهي سفيد وحشي اسان جي زندگيءَ کي ٽڇ پيا سمجهن. هو سمجهن ٿا ته اسان ذليل آهيون، غلام آهيون، ڪارا آهيون...."جوش ۾ سندس ڳل ڦوڪجي ويا ۽ هو وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهيو. صديق ڪجهه سمجهي نه سگهيو، هن کي ته پنهنجي پيءُ جي خبر رکڻي هئي. هو سائيڪل تي چڙهيو ۽ بولٽن مارڪيٽ ۾ آيو جتان کيس خبر ملي ته ڪياماڙيءَ ڏانهن دڳ بند هو. هن کي اتي سچو احوال معلوم ٿيو ته ڪئين بحري بيڙي وارن پنهنجون گهرجون پيش ڪيون هيون ۽ اضافي جي بدران کين گولين جو شڪار ڪيو ويو هو. هو سائيڪل تي چڙهي موٽي رهيو هو، ته صالح کي منگ ڦلي وڪڻدو ڏٺائين ۽ هٿلڌل ڦيرائي آيو انهيءَ وٽ. صالح هن کي ڏسي اچي ڦٽو. چي"هي انگريز ڏاڍا ظالم آهن، ڪو انسان تي کهڪاءُ نه ٿو اچين." ۽ پوءِ رڙ هارڪي جوش ۾ اچي کيس ٻڌايائين ته سندس پيءُ به زخمي ٿي پيو هو. صالح صديق جي پيءُ جو سالو هو ۽ ان ڪري ٻنهي ڏينهن جي صبح جو ڏي پڳو هو ته خبر رکي اچان. هن صديق کي ٻڌايو ته عيدگاه ميدان تي انهيءَ انڌير جي برخلاف ميٽنگ هئي. صديق کيس سائيڪل جي پٺيان ڪنيون ۽ پوءِ ٻئي آيا عيدگاه ميدان تي. ميدان تي گوڙ گهمسان لڳو پيو هو. هو اڳتي وڌيا ته سندن اکين ۾ خودبخود ٿاهه ٿاهه ڳوڙها اچڻ لڳا. پوليس ٽيئرگئس ٿي هلائي. پر ماڻهو چئو انجام ڪري آيا هئا ته مرڻو آهي پر ورڻو ناهي. جڏهن گئس هلڻ بند ٿي ٿي، تڏهن ڪنهن تقرير ٿي شروع ڪئي، ۽ سڀ ماڻهو ان کي ٻڌڻ لاءِ ٿي ڍڳا. ڪجهه وقت کان پوءِ صديق سمجهيو ته معاملو ڇا هو. ليڊر وچ ۾ بيهي تقرير ڪري رهيو هو،

”اسين هندستاني پنهنجا جائز حق گهرون ته اسان کي گوليءَ سان اڏايو وڃي، اسين، جي ظلم ۽ بي انصافيءَ خلاف آواز اٿاريون ته اسان کي ٽيئر گئس هلائي ڇڙوڇڙ ڪيو وڃي! آخر هي انگريز، هي سفيد وحشي، ڪيسين هندستاني عوام جو خون وهائيندا. ڪيسين....“ وري ٽيئر گئس هلي ۽ ماڻهو ٽڙڻ پکڙڻ لڳا. ”سفيد وحشي!“ اهو لفظ صديق جي منجهيل دماغ ۾ گونجڻ لڳو. ”هي انگريز هي گورا صاحب! هي وڏا آفيسر! سڀ سفيد وحشي!“ شام تائين هو انهيءَ ڪشمڪش ۾ ويٺو رهيو. هن اهڙو بغاوتي نظارو ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هندو مسلمان سڀ جوش ۾ هئا. سڀ پنهنجي پاڙن جو خون ڏيندو ڏسي انقلاب لاءِ ڪڙا ٿي ويا هئا. گهڙو پرجي نيٺ وهي!

ڏئي پرئي مهل هو سائيڪل تي چڙهي گهر وريو. هر ڪنهن چونڪ تي گورا سولجر بندوق ڪلهي تي کڻي بيٺا هئا. هو جيئن پوءِ تيئن پئڊل تي وڌيڪ زور ٿي ڏيندو ويو. فريئر هال، پل، ڪلفٽن.... ڏهن منٽن ۾ هو گهر پهچي ويو. کيس اڄ خيال آيو ته گلان اڄ مچي ڪنئي الاجي نه ڪنئي! هن اڄ چڱي وڏي سرمائي ڦاسائي هئي، سو کيس مان چاقو ڪڍي انهيءَ جو اڌ ڪيائين ۽ سڌو آيو گلان جي در وٽ. اندر گاسليٽ جي بتي ٻري رهي هئي. ڪجهه گوڙ آيو ۽ هو ڇرڪ پري پوئتي هٽيو. در جي پرسان سيخن سان دري هئي ۽ هن ان مان اندر نظر ڊوڙائي. هن جي دماغ کي چڪر آيو. اندر ٻه گورا سولجر بيٺا هئا. هڪڙي گلان کي ٻانهن ۾ جهليو هو ۽ سندس منهن چمي رهيو هو. ”فائيو رپيز، ناٽ مور“ (يعني پنج رپيا وڌيڪ نه). گلان جو پيءُ ٽٽل ڦٽل اردوءَ ۾ چئي رهيو هو، ”نهين صاحب! پانچ نهين دس. سڀ دس دي جاتي هين.“ (نه صاحب! پنج نه ڏهه. سڀ ڏهه ڏئي ويندا آهن.)

”سفيد وحشي! اسان جي زندگيءَ، غيرت، محبت جا خوني! سفيد وحشي!! سفيد وحشي!!!

سفيد .... سفيد ....،“ صديق جو مغز ڦري ويو. هن صدريءَ جي کيسي مان چاقو ڪڍي کوليو، ۽ درڪي لت هڻي، اندر ڊوڪي آيو. هڪ، ٻيو، ٽيون! ٽئين ڌڪ سان سولجر ڌرتيءَ تي ڪري، آدم خور مڇيءَ جيان ڦٿڪڻ لڳو.

ڪالهه صديق کي خون جي جرم هيٺ جنم ٽيپ جي سزا ملي هئي. هن کي جهاز جي حياتيءَ کان نفرت هئي، پر هو اڄ مجبور ٿي پنج ڇهه ڏينهن ان تي سفر ڪري رهيو هو، دور هڪ قيد جي ڪوٺڙيءَ ڏانهن، جتي هن کي زندگيءَ جا باقي ڏينهن محنت ۽ اڪيلائيءَ ۾ ڪاٽڻا هئا. هو تنهائي پسند هو ۽ هيئنر سڄي عمر کيس تن-تنها ڪاٽڻي هئي، هن انسانيت، انصاف جي خوني دنيا کان دور! دور جتي نه گلان هئي نه ان جو پيار نه ان جي بيوفائي! ”ڇا گلان سچ پچ بيوفا آهي؟“ هن ڪيئي ڀيرا جيل ۾ ان تي خيال ڪيو هو. جڏهن هوءَ کيس پوئينءَ مهل جهاز تي ملڻ آئي، تڏهن هن جي دل ۾ آيو ته جيڪر هٽڪڙيون هڻي گلان جو مغز ڦاڙي وجهي. پر گلان جي اکين مان ڳوڙها وهندا ڏسي، هن جي دل رحم سان ڀرجي آئي، غيرت جو ڪوڙو جذبو هار کائي ويو. سچ ته گلان جو ان ۾ ڪهڙو ڏوهه هو. سندس پيءُ ڪوڏ وڪڻندو هو جنهن مان چار پنج آنا مس ڪمائي ٿيندي هيس. پوءِ ڇئين پنجين آني مان ٽي پاتي ڪيئن پلندا! هن ضرور گلان کي انهيءَ پيشي لاءِ مجبور ڪيو هوندو.

رات جا ڪارا پاڇولا پاڻيءَ تي حڪومت ڄمائي ويا هئا. ڪڏهن ڪڏهن لائيٽ هائوس مان روشني پاڻيءَ تي اڇين پڻجي رهي هئي جيئن هن جي دل ۾ پڇي وڃڻ جو ناممڪن خيال مصنوعي جوت جڳائي گم ٿي ٿي ويو ۽ پوءِ اونهي اونداري پاڻيءَ جهڙي اٿاهه پيانڪ مايوسي ڇانئجي ٿي ويو. ديڪ ڏانهن ڪنهن جو آواز آيو. ۽ پوءِ ڪجهه انگريزي لفظ. ”سفيد وحشي!“ صديق ڏند ڀڪوڙيندي چيو ۽ ٽڏ کان بدن لڪائڻ لڳو!

# واچ جا ڪانٽا

سگريٽ جي دونهين سان ڇلا ٺاهيندي نظير سوچي رهيو هو ته آخر هن زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟ صبح کان شام تائين محنت ٿو ڪريان، نه فرصت آهي نه فرحت، سارو ڏينهن ٽائيپ جي ٽڪ ٽڪ ۾ گذري ٿو وڃي. صرف منجهند جو ڪلارڪ ڪن ريسٽارنٽ ۾ چانهه جو ڪوپ پي، سنگتي ساٿيءَ سان ڳالهائي ٻولهائي، وري وڃين ٿو ڪرسيءَ تي ويهان ۽ دفتر جا ڪاغذ اٿلايان. هر روز هو ائين سوچيندو هو ۽ سندس خيال سگريٽ جي دونهين وانگر وٽ کائيندو، سندس دل کي جلائيندو غائب ٿي ويندو هو. سندس خوش خلقي ۽ رلڻي ملڻي سڀاءَ ڪري سيڪريٽريٽ جا سڀ ڪلارڪ ساڻس ڇڳيءَ طرح پيش ايندا هئا. هي هو به فراخدل، دوستن کي چانهه پاڻيءَ جي صلاح ڪندي ڪڏهن به نه ڪيٻائيندو هو. سندس پگهار ڪٽي ٩٠ رپيا هئي تڏهن به ڏيک ويک اميراڻو هوس. ماهه پڇاڙيءَ جو تنگ حال به ڪڏهن ڪين سٽائيندو هو. پر هو ڪري ڇا ٿي سگهيو! بچت ڪري به ته ڪيئن! سگريٽ نه ڇڪي، هفتي ۾ ٻه پيرا سئنيما تي نه وڃي، چانهه نه پيئي، بس جو ڀاڙو نه ڏئي، ڪڏهن ڪڏهن ايمليءَ لاءِ سوکڙي نه وٺي اچي! نوي روپيا آخر ڪٿي پورا ٿي، ڪٿي پورا ٿيندا. دنيا ۾ ٻه شيون هيون جن سان سندس بيحد محبت هئي ۽ ٻئي سندس اندر کي جلائينديون هيون. هڪ سگريٽ ۽ ٻي ايملي. ايملي ڪرستان هئي ۽ سيڪريٽريٽ ۾ ڪلارڪ هئي. ٻنهي جي ٽيبل برسان هئي. هر آرتوار تي هو ايمليءَ سان ڪلفٽن تي ويندو هو ۽ شام جو انگريزي پڪچر تي.

اڄ هو سگريٽ ڇڪيندي سوچي رهيو هو ته آخر هيءَ

زندگي ڪتي پهچائيندي. زندگي! هو زندگيءَ جو تصور ڪندو هو ته سندس اکين اڳيان هڪ ريل هلي ايندي هئي، جا ويرانيءَ ۾ هلندي هجي- نه ڊرائيور، نه اسٽيشن، صرف ٻه مسافر- هو ۽ ايملي. نه آئنده ۾ اميد ۽ نه ماضيءَ لاءِ محبت. هو حال جي چال تي هلندو هو، "ڪيڏانهن"، يا "ڇا لاءِ" ان جو ڪيس نه پتو هو نه پرواه. انهيءَ سوچ ۾ هو ته پريان ايملي مرڪندي آئي ۽ هن ٻيري ڪي چانهه ۽ پيسٽري آڻڻ لاءِ چيو. "سڀاڻي آرتوار آهي"، ايمليءَ چيو ۽ اڃان جملو ٽي پورو نه ڪيائين ته نظير چيس ته "منهنجي سائيڪل کي پنچر ٿي پيو آهي سو تون ڀاءُ کان سائيڪل وٺجان ته ٻئي ان تي چڙهي هلنداسين."

ڇهين بجي صبح جو نظير ۽ ايملي ڪلفٽن تي وڃي رهيا هئا. ايملي سائيڪل تي اڳيان نظير جي ٻانهن ۾ ويٺي هئي. سندس وار هوا ۾ ڦڙڪندي، سندس سانوري ڇهري کي زيب ڏيئي رهيا هئا. پريان افق تي نيري آسمان ۾ ڦڪي روشنيءَ جي لهر ڇانئجي وئي. نظير ايمليءَ جي منهن ڏانهن ڏٺو. هن کي ساڳي معصوميت، ساڳي تازگي، ساڳيو سانورو رنگ نظر آيو. ڪلفٽن تي پهچي، نظير واچ ۾ وقت ڏٺو. ساڍا ڇهه لڳا هئا. ايمليءَ پنهنجي واچ نظير کي سوکڙي ڏني هئي، جئن هو جڏهن به وقت ڏسي ته ڪيس حياتيءَ جي منٽ منٽ ۾ ياد ڪري.

آسمان جي نيري گهرائي پاڻيءَ جي نيري لس ليٽ سان ملي، هڪ عجيب سمو پيدا ڪري رهي هئي. هوا جي گهم منهن کي پگهر ڪري رهي هئي. ايمليءَ جو فراڪ تيز هوا ۾ سندس بدن سان چهٽي پيو ۽ هوءَ هڪ جل پري ٿي لڳي. سائيڪل رکي، نظير جرسي پاتي ۽ ايمليءَ مٿيون فراڪ لاهي ڇڏيو. ٻئي هٿ هٿ ۾ ڏيئي، لهرن ۾ اڏامندا ويا، ٻه فطرت جا جزا، ٻه سپيون، دنيا جي ڏک درد کان پري، ٻوڙهئي ۽

پگهار جي مسئلي ڪان دور، پر روح اسم جسم ڪان آزاد، تاهم ذوهم ڪان آجا، رسم رواج ڪان بي نياز! ڪڏهن ڪڏهن پنهي جي مٿان ڇولي ٿي اچي ويئي ته ايملي نظير کي ڇنبڙي تي ويٺي ۽ هو محسوس ڪري رهيو هو ته هوءَ سندس ساهه ۾ سمائجي رهي هئي. پنهي جي هستيءَ گڏ گهولبي ٿي ويئي، ڄڻ هو رت ماس جا انسان نه هئا، پر ٻه فرشتا- بي موت، معصوم، آزاد.

”ايملي،“ نظير ڪيس جذبات سان ڏيبل آواز ۾ چيو:
”اسان کي زندگي شايد اڇوڪي ڏينهن لاءِ عطا ٿي هئي.“
امنگن ايمليءَ جو آواز سندس گلي ۾ روڪي ڇڏيو ۽ هن نظير جي ڪلهي تي پنهنجو ڪنڌ ڪٽي رکيو.

جڏهن موٽي رهيا هئا تڏهن نظير واچ ۾ وقت ڏٺو. پورن ٻارهن تي ٻيٺي سيون هڪٻئي جي مٿان اچي ويون هيون. نظير واچ ايمليءَ کي ڏيکاري چيو: ”ڪيتري نه ڪانٽن ۾ سڪ آهي! سڄو ڏينهن هڪٻئي جي پٺيان ڦرندا ٿا رهن ۽ نيٺ اچي ملن ٿا!“ سندن شرارت ڀريءَ نظر ۾ محبت جا سوين پيغام هوا. پنهي رستي تي فيصلو ڪيو ته هفتي کن ۾ سول مئريج ڪنداسين. محبت جو مذهب الڳ آهي، ان ۾ ڪرستان يا مسلمان جو ڪو تفاوت نه آهي. نظير پنهنجي سنڌي لاهي ايمليءَ جي چيچ ۾ پاتي.

صبح جو نظير ڪلب ۾ چانهه به پي رهيو هو ۽ مستقبل لاءِ هوائي قلعا به اڏي رهيو هو. ايملي به سو کن رپيا ڪمائيندي ۽ هو به. پنهي جي حياتي سکي گذرندي. سندس دل ۾ خيال آيو ته ايمليءَ کي نوڪري نه ڪرايان، پر پوءِ پنهي جي نوي روپئي ۾ پورت ڪيئن پوندي! پردي وغيره کي ته هو اڳيئي سورهين صديءَ جي بيوقوفي سمجهندو هو. سو هن ايمليءَ جي نوڪري نه ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيو. رستي ۾ به هو پنهنجي تصور ۾ گم هو. ايمليءَ لاءِ ويڊنگ

ڪيڪ ڪهڙيءَ بيڪريءَ تان وٺان؟ ڪلب به ته چڏڻي پوندي. ڪراچيءَ ۾ جوءِ ڪان اول تـه جاءِ جو خيال ضروري آهي. سعيد منزل ۾ شايد ڪمرو ملي وڃي.

آفيس ۾ به ڪلارڪ سندس منهن ڏانهن ڏسي مرڪي رهيا هئا ۽ هڪٻئي ۾ سس پس ڪري رهيا هئا. ”اڄ ڪنهن جي آسري ۾ آهي.“ نظير هونءَ ته ٻاهران اڳي ڪان به چست ٿي لڳو پر جڏهن آئيندہ لاءِ ٿـي پهه پچاياڻين تڏهن ڪجهه واٽڙو ٿي لڳو. ايملي اڄ نه آئي آهي. هـو واري سان سندس ٽيبل ڏانهن ڏسي رهيو. ڪالهوڪي ڏڪ ڪري بخار تـه نـه ٿي پيس! تڏهن چو نه آئي؟ اچي وينديءَ. هو واري سان واچ ڏسي رهيو هو ۽ ڪيس ياد ڪري رهيو هو. ساڍا ڏـو، ڏهه، ڏهه ـ پندرهن، ڏهه ـ ويهه. جيئن پوءِ تيئن هو ٿوري وقت ڪان پوءِ واچ تڪي رهيو هـو. سندس خوشيءَ ٿـي چـڻ پاڇاڻون پنهنجي ويو. هو وهمي ته نه هو پـر اڄ الاجي اهڙي بي چيني چو! ”نظير بابو ادهر هيءَ!“ آفيس جي در تان ٽپاليءَ پڇيو. نظير اٿي در وٽ ويو ۽ هن ڪيس تار ڏني. جئن نه رستي تي ڪوئي خيال ۾ هجي ۽ اوچتو بجليءَ جو ٿنڀو ٽڪاءُ ٿي وڃيس، اهڙي حالت ٿي نظير جي. سندس پيءُ وفات ڪري ويو هو. نظير جو پيءُ غريب درزي هو ۽ سارو ڏينهن پورهيو ڪري ٻار ٻچا پاليندو هو. سندن گهر ۾ ٻيو ڪو مـرد ماڻهو ڪونه هو. ماءُ، ڀيڻ، ننڍو ڀاءُ ـ انهن کي ڪير پاليندو؟ ڪيس پيءُ جي موت جو ته افسوس ڪونه ٿيو پر پنهنجي ڀاتين جي آئيندي سندس اکين اڳيان اندارو آڻي چڏيو. هـن يڪدم چار ڏينهن موڪل ورتي ۽ آفيس مان نڪتو ته سامان ٺاهي سکر وڃان. رستي تي ايمليءَ جو خيال آيس. هڪ دل چيس ته ڪيس وڃڻ جو اطلاع نه ڏئي. ٻيءَ دل چيس ته متان انتظار ڪـي پويس، متان هڪ جو ٻيو سمجهي، متان...... ان ”متان“ جي خاتمي لاءِ هن فيصلو ڪيو ته ايمليءَ کي تار ڏيڪاري ڏو اچان. فريڊر

روڊ تان هـو بس ۾ چڙهيو. ڪنڊيڪٽر ٻچي رهيو هوس تـہ ڪٿان جي ٽڪيٽ گهرجيئي تہ هو چئي رهيو هو سکر جي! پر ڪنڊيڪٽر سمجهيو تہ هو چئي ٿو صدر جي سو ڪيس اها ٽڪيٽ ڏنائين.

سوين خيال سندس دماغ ۾ آيا ويا ٿـي. جئن ڏينيوءَ جي ڏنگ مهل ڪڏهن ڪڏهن ساري بدن تـي چاپاڪو ٿي پوندو آهي ۽ هڪ جاءِ تـان ڪنهي ٻـيءَ جاءِ تي ڪنهبو آهي، تئن ان تار سندس خيالات ۾ اٿل پٿل پيدا ڪري ڇڏي هئي. هڪ خيال آيس ٿي ۽ ان جو حل ڏي نہ ٿي ڳوليائين تہ ٻيو خيال ٿي آيس. ڪڏهن قسمت تي افسوس ٿي ڪيائين، ڪڏهن خدا کي گاريون ٿي ڏنائين، ڪڏهن سوچيائين ٿي تہ ڳوٺ وڃان ڏي نہ. منهنجو ڇا، جو ماڻهو پيٽ جي ڪري سڄي زندگي عذاب ۾ وجهان، ڪڏهن اشتراڪين سان وڃي ٿي شامل ٿيو ۽ مفلسي ٽڙي ڪيڻ لاءِ انقلاب زنده آباد جا نعرا ٿي هنيائين. صدر ۾ لهي، هن واچ ۾ وقت ڏٺو. ٻارهن ۾ هڪ منٽ پيو هو. اڃان ڪانٽا هڪٻئي مٿان ڪين آيا هئا. ٽرام جي پٽيءَ تان رستي جي ٻئي پاسي وڃي رهيو هو تہ ٺا! 'سولجر بازار' جي ٽرام اچي ساڻس ٽڪرائي. هو ڪري پيو، سندس مغز مان رت وهي رهيو هو، سندس واچ ڀڄي پيئي ۽ ان مـان هڪ ڪانٽو گم هو. ان وقت ٽاور ٻارنهن گهنٽا هنيا.

# مسافر مڪراڻي

چوڏاري ڪپهه جون ڦوٽيون هيون ۽ عورتون انهن کي هٿن سان ڇڃي رهيون هيون. مزدور مڪراڻي عورتون- سٺيون ۽ سوٽ! وٽيل سٽيل ويٺيون، ڏٽا مٽا منهن! ڦڪي چمڙي. ڪڪا وار! چڻ ٽامي جون مشينون ٿي لڳيون. ڪپهه جهڙي نرم شيءِ سندن سخت هٿن ۾ نه ٿي سونهين! ڀريان ڪپهه جون ڳوٽيون ڀيون هيون ۽ انهن جي ڀرسان سندن ٻار ڪيڏي رهيا هئا. ”مسافر! ابا مسافر! هيڏي ته آءُ،“ هڪڙيءَ عورت ڦوٽي اڏائيندي چيو. سندس پٽ، مسافر، لاٽون ڦيرائي رهيو هو ۽ جئن ماءُ ڏانهن منهن ورايائين ته ئن مون تي نظر پيس. منهنجو سُوٽ ۽ ٽاءِ ڏسي شايد کيس رونشو آيو ۽ هو لاٽون ڇڏي مون ڏانهن وڌي آيو. ٿوري دير مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏٺائين ۽ پوءِ نچڻ لڳو. ”سالي بابوجي. او سالي بابوجي!“ هن سُر سان ڳاتو ۽ ڦيري پاتي- مون کي ڏاڍي کل آئي. هو نچي رهيو هو يا ڪينهونءَ ٿي ٽپ ڪاڏا! ڀريل بت، ڦنڊيل ناسون، ڪنڊريل چڳون! سندس ناسي وار ته ڳويا ان جون ڦوٽيون هئا. ”او سالي بابوجي! او سالي بابوجي!“ هن لانڊ لاتي ۽ جهمر هڻڻ لڳو. سيني جو ٽيان مون ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ عورتون رئي جو پلئه منهن کي ڏئي کلڻ لڳيون. هو ”سالي بابوجي“ چئي، تاڙي هڻي، چيلهه موڙي، ڦيري پائي رهيو هو. مون کي غصي بجاءِ کل اچي رهي هئي. جڏهن هن جهمر هڻي پوري ڪئي، تڏهن وري مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏسڻ لڳو. هن سمجهيو ته مان چڙي ويندس، پر مون کي سانت ۾ ڏسي هو ههڪي ٻيهي رهيو. مون کيسي مان آنو ڪڍي کيس ڏنو. هو ککو وکو ٿي ويو. مون کيس سلام ڪيو. هو واڻڙو ٿي ويو. مون

ڏانهس هٿ وڌايو. هو سن ۾ اچي ويو. مون ڪلي ڏنو، هن ٻه ڪلي ڏنو. "سلام سائي بابو جي" چئي، هو ڪجهه جي ڳوڻ پنيان پيچي ويو.

انهي ڪان پوءِ ننڍڙي مسافر سان منهنجي سنگت ٿي وئي. هر آچر تي مان ڪلفٽن تي ويندو هوس. ڪجهه جو گدام بس اسٽاپ جي سامهون هو. جيسين بس اچي تيسين مان مسافر جو ناچ ڏسندو هوس ۽ وچ وچ ۾ هن کيس آنو ڏئي ويندو هوس. مسافر جي عمر چار پنج سال هئي. منهن ماسيرو، چپ ٿلهيرا، رنگ سانورو، وار ڪڪوريا! انهن سان گڏ مون کي هن جي منهن تي هڪ عجيب مرڪ نظر ايندي هئي. گويا سندس انگ انگ مرڪندو هو. سندس اکيون چمڪي، پرون ٿاڌجي، ناسون ڦولارجي، چپ وسڪي ويندا هئا ۽ هو سراپا مرڪ ٿي ويندو هو. اها مرڪ هن جي ماحول تي فتح هئي. گدام جي هانو-ٻوساٽ، پيٽ ۾ چٽي بک، بت ۾ ڇچان، ڳجهر جي هلڪي بو ۽ چڪٽي مٽي، ماڻ جو داٻ دڙڪو، ڇڪيون ڇڙٻون! انهن سڀني جي شڪست هئي اهو ناچ! انهن سڀني تي فتح هئي اها مرڪ! سڀ ٻار سندس چوڌاري مڙي ويندا هئا ۽ هو پنهنجي طوطلي زبان ۾ ڳائيندو هو:

رڏو وڏو امان جو

طرو وڏو ابا جو

ٽئو وڏو امان جو

چرو وڏو ابا چو

پيٽ وڏو سوٽ جو

پيٽ وڏو سوٽ جو

خبر نه آهي ته هن اهو راڳ ڪٿان سکيو. هو ٽڪ ٽڪ ڪان پوءِ هو تاڙي وڄائيندو هو، ۽ سڀ ٻار سندس پنيان تاڙي وڄائيندا هئا.

ٺُلو وڏو امان جو— ٺڙاپ، ٺڙاپ، ٺڙاپ!
ڇرو وڏو ابا جو— ٺڙاپ، ٺڙاپ، ٺڙاپ!
پيٽ وڏو سيٺ جو— ٺڙاپ، ٺڙاپ، ٺڙاپ!

پوئين ٽڪ ڇٽي، هو نينگ ڏيندو هو ۽ سندس منهن تي مرڪ ڦهلجي ويندي هئي. مٺي مٺي مرڪ مبهم مبهم. جهونجهڪڙي جي پهرين ريک، روحانيت جو ڇٻو رنگ! ڇڻ خوشيءَ ليٽو پاتو، ڇڻ معصوميت گهونگهٽ هٽايو! مٺي مٺي مرڪ، بي‌غم بي‌غم، آٽاسي، اڻ ڇاڻ! نه ڏکن بکن جو خيال، نه ڏمر ڏاڍ تي خوض! هن جي زندگي ناچ هئي، راڳ هئي، مرڪ هئي. ننڍڙو ننڍڙو قد، ننڍڙا ننڍڙا نينگ. ننڍڙا ننڍڙا گيت! روز نئون ناچ ڪندو هو، روز نوان گيت ڇوندو هو. مون کي سندس وار نهايت وڻندا هئا. گهنبي گهنبي، گهاٽا گهاٽا! جڏهن هن جي وارن تي جهڪي هٿ ڦيريندو هوس تڏهن مون کي ساريءَ انسان ذات جا ابهم نظر ايندا هئا، پيارا پيارا ٻار، قدرت جا مٺڙا مٺڙا ميوا! سندم دل درد سان ڀرجي ويندي هئي. نه هنن لاءِ پورو کاڌو پيتو هو، نه لٽو ڪپڙو، نه تعليم تربيت! هي مسافر. هي مڪراني ٻار. هيءَ عمدي شيءِ، هي ماس جو ڪيڏوڻو! هونءَ ته هي بهترين رقاص ٿئي ها پر هاڻي وڏي هوندي داداگير ٿيندو! خوني ٿيندو!! جي نه ته اڌ بکيو مزدور ٿيندو!!!

منهنجي دل بغاوت سان ڀرجي ويندي هئي. هي ٻار جنهن جي ماءُ صبح کان سانجهيءَ تائين ڪپهه پڇي رهي آهي، تنهن جي انگ تي لٽو نه آهي! دل ۾ ايندو هو ته پوٽي پوٽي اڏايان، ڳوٺي ڳوٺي جلايان. گدام ڦهلندو نظر ايندو هو، سندس حدون ساريءَ دنيا سان ملي وينديون هيون. هيءَ ساري دنيا هڪ گدام آهي جنهن تي ڪپهه جون پوٽيون ٻڪڙيل آهن. بس هڪڙي چڻنگ، هڪڙي تيليءَ جي ضرورت آهي ۽ پوءِ ڇپيون ڇرڪنديون نظر اينديون، دنيا جرڪندي نظر ايندي،

انسانيت مرڪندي نظر ايندي. هڪڙي چڻنگ، فقط هڪڙي تيلي! اي انگ-اگهاڙو! اٿو، هيءَ دنيا. هي ڪپهه جو گدام توهان جو آهي! اي پيٽ بکيؤ اٿو! هي دنيا، هي ڪڻڪ جو گدام توهان جو آهي! ان تي صرف ان جو حق آهي جو پچي ٿو، جو پوکي ٿو، جو پورهيو ڪري ٿو.

مسافر ساڻ منهنجي سنگت سال کن هلي. اڳئين هفتي مان بس-اسٽان تي اڌ ڪلاڪ کن بيٺو هوس پر مسافر نه آيو. مون گدام ۾ وڃي هن جي پڇا ڪئي. سندس ماءُ اکين مان لڙڪ اگهندي چيو، بابو، مسافرکي ته نمونيا ٿــي پئي آهي. توهان جي آني آني مان هن تي رپيا ميڙيا هئا سي ڊاڪٽر جي في ۾ ڏنا سون ۽ باقي جو رپيو ڏيڍ هـو سو دوا تــي لڳي ويو. پنجن ڏينهن کان مسافر بنا دوا جي هنڌ تي پيو آهي. اسان وٽ پيسو هجي ته دوا دارون ڪريون! ويٺا الله جا رنگ ڏسون.

مان هن کي وٺي سڌو سندس گهر ويس. مسافر جـا گل پيهي ويا هئا چڻ رڻ جي کينهونءَ مان هوا نڪري وئي هئي. سندس منهن پيلو ٿي ويو هو.

هو مون کي ڏسي مرڪيو. ساڳي غيرفاني مرڪ-مرض کي شڪست، موت تي فتح! نه بيوسيءَ جو ڌيان، نه بيماريءَ جو خيال، نـه دوا دارونءَ جي پرواه! مون سندس ڳل کــي ٺڪائيندي چيو، ”مسافر، مان آيـو آهيان، مون کي راڳ نه ٻڌائيندين؟“ مسافر مرڪي رهيو هو- هن نبل هٿن سان تاڙي وڄائي ۽ جهيڻي آواز ۾ ڳايو:

ٺڻو وڏو امان جو
چـرو وڏو ابا جو
پيٽ وڏو سيٺ جو

پيٽ وڏو..... ڪٺون، ڪٺون، ڪٺون، ڪہ.... ٺون .... دم ٻيهجي ويو- مسافر ويندو رهيو.

# هي شاعر

هن سڪل ٻڀل روٽيءَ ڏانهن گهوري نهاريو. سنئين‌ءَ
سخت ميز تي سڪي ٺوٺ روٽي گويا کيس چيڙائي رهي هئي
تہ ”بکيا شاعر! ڏسين ڇا ٿو؟ ختم ڪر هي رهيل کهيل
سلائيسون! رکيون سڪيون ٿي ڳڙڪائي وڃ! نڙيءَ مان نہ لنگهن
تہ پاڻيءَ ڍڪ سان ڪاءِ! ڇانهہ جي ڪوپ لاءِ توکي ڇهہ
پئسا تہ آهن ڪونہ!“ هو روٽيءَ ٽڪري کي ڇتائي ڏسي رهيو
هو، گويا کيس اکين سان ٿي کائي ويندو! هيءَ روٽي، هيءَ ڪڻڪ،
هي منع ٿيل ميوو جنهن سندس وڏي ڏاڏي کي بهشت مان
نڪرايو هو، سو اڄا تائين سندس اولاد کي پنبلائيندو، پٽڪائيندو
ٿو رهي! هن کي بک هئي. سندس آنڊا ”مياءُ، مياءُ“ ڪري
رهيا هئا. سندس اکين مان خالي ڪکيون نظر اچي رهيون هيون.
هو هن وقت نہ شاعر هو، نہ اديب، نہ انسان! هو فقط بکيو هو.

اڄ کيس ڪجهہ بہ ياد نہ هو. نہ اهي اجليون اجليون
ٻاڪون جڏهن هو سائيڪل ڊوڙائيندو ڪلفٽن تي ويندو هو،
تازيءَ هوا ۾ سندس ڦڦڙ ڦولجي ويندا هئا، دور افق ۾ آسمان
جي نيري نيري رنگ تي ڳاڙهيون ريکون ترڪنديون ويندون
هيون ۽ پنل هوا ۾ سندس منهن جو رنگ ٽڙي پوندو هو! ان وقت
هو فطرت جي گود ۾ جهوليندو ويندو هو، ڇو تہ کيس پڪ
هوندي هئي تہ نيرن تيار رکي هوندي. اڄ کيس ڪجهہ بہ
ياد نہ هو. نہ ٿي اهي جهڙالا ڏينهن جڏهن ڪڪريون سڙهہ
ڦهلائينديون هيون، جهڙ جي جهاڳ ۾ لڏندو ٻڏندو سج ڪڏهن
ڪڏهن ڪني ڪڍندو هو تہ سڄي دنيا مرڪي اٿندي هئي ۽
هو ملير ۾ رلندو وتندو هو، ۽ ان وقت کيس پنهنجو وجود وسري
ويندو هو، سندس زندگي شعر ٿي ويندي هئي، ۽ ٻہ ٽي گيت

سندس روح مان ٽپڪي نڪرندا هئا ڇو ته ڪيس بڪ جو خيال نه هوندو هو، سندس ڪيسي ۾ ايترا پئسا هوندا هئا جو بڪ لڳڻ تي هو باغ ۾ پپيها وٺي کائي سگهي.

اڄ ڪيس ڪجهه به ياد نه هو. نه اهي سهاوڻيون شامون، نه دونهون دونهون دنياڻون، نه نيريون نيريون، مٺايون ميرانجهڙيون فضائون، نه چوهيون چوليون، نه گاج، نه گجي، نه گهم، نه گهٽا! اڄ ڪيس ڪجهه به نه ياد هو. نه مرڪندڙ چپ نه ڊرڪندڙ پنبڙيون، نه نياڻيندڙ ڳالهيون نه لچار ڳل، نه لڪ ـ چپ جون ملاقاتيون نه سس پس جون ٻاتيون، نه ٺهڪڙا نه ٺونڪون، نه سڏڙا نه سڏڪا! هونءَ هن انهن جا گيت ڳايا هئا. لفظ لفظ سويو هو. سٽ سٽ پوئي هئي. اڄ اهي موتي، اهي مالهائون، اهي گيت هن لاءِ ڪچيون ڪوڏيون هئا. نڪما، نحس آواز جن سندس وهي وهه ڪئي هئي. هن سريلا راڳ لکيا هئا ته پل هن لهسيل اڇيل دنيا، هن ڏکن ـ ڏٺي انسان، هن تتي ـ تنور جي هاڙو تي ٽڏو چنبو پوي. پر ان جي بدلي ۾ ڪيس ڇا مليو هو؟ بڪ! چٽي بڪ، آنڊا چيريندڙ بڪ! اڄ ڪيس صرف پنهنجي بڪ ياد هئي.

هن روٽي ميز تي رکي الماريءَ مان پنهنجو تازو شعر جو ڪتاب ڪڍيو. هن ان ڪتاب جو انتساب پنهنجي محبوبه جي نالي ڪيو هو. اهو نالو سندس روح ۾ رمي چڪو هو، هو ڪٿي به اهو نالو پڙندو هو ته ڇرڪ نڪري ويندو هوس. سندس دل جي ساز تي ضرب لڳي ويندي هئي ۽ سوين گيت ڇڙي پوندا هئا.

”آهَ! منهنجي پري
گهٽائون پنهنجي بي‌نشان رفتار سان اچي رهيون آهن!
هي رم جهم جو عالم، ٿڌي ٿڌي، پني پني دنيا!
هي جهميل جهميل ستارا، آپرپل آپرپل بادل!
آهَ، منهنجي ننڍڙي پري!
اڄ رات منهنجي دل چاهي ٿي ته تون به مون سان گڏ هجين.“

پر اڄ پنهنجي محبوبه جو نالو پڙهي به، هو ماضيءَ ۾ ملياميٽ ٿي نه ويو. هن جي منهن تي نفرت هئي. ”ڪيئن نه مون کي دم دلاسا ڏيندي رهي،“ هن سوچيو، چوندي هئي ته ”تنهنجي ذات تي دل ڏني اٿم، پر چاندي چاندي آهي شعر شعر آهي! سڪي ڪي سو سلام، صفحي تي لک لعنت! هوءَ ٻئي ڪنهن سان شادي ڪري وئي، چو ته هو زياده پئسي وارو هو. خير وڃي ته گهوري! هينئر گهٽيئي اهڙيون ملي پونديون.“ هن انتساب وارو پنو ڦاڙي ٽڪريون ٽڪريون ڪيون ۽ روٽيءَ جي ٽڪرڪي چڪ هنيو.

هن ٻيو صفحو ڦاڙيو. ان صفحي تي جو شعر هو سو هن روح جي رت سان لکيو هو. هو نيٽي ڇپيءَ تي ترڻ ويو هو. شام جا پاڇاوان پاڻيءَ کي گهاٽو نيرو بڻائي رهيا هئا. هوا جا جهلڪا لهرين جي رواني ۾ تيزي آڻي رهيا هئا. وهڪ ۾ هڪ عجيب بيگانگي هئي. چولي چولي ڏاري هئي، پر ڏارا ۾ هڪٻئي سان لڙهندي ٿي وئي. هو چو اڇي مليون هيون، ڪيڏانهن وڃي رهيون هيون، ڇا لاءِ وڃي رهيون، ان جو پتو نه هو. صرف وهڪ نظر اچي رهي هئي، ٻيو اونهو، اٿاه پاڻي. هو نري پيٽ تي ويو. ٻڪهن جو جوڙو هوا ۾ پر ڦڙڪائيندو لنگهيو. هن جي دل ۾ هڪ سيسرات آيريو، لفظ اکين اڳيان قطارون ڪري آيا، لڙڪ ڳلن تان ڳڙي، پاڻيءَ جي بي معنيٰ، بي مقصد وهڪ ۾ ملي ويا. اڄ هن انهيءَ شعر تي ٺهڪ ڏنو. ڪڙو، ڪجسو ٺهڪ، ۽ پنو ڦاڙي ڦٽي ڪيو. روٽيءَ ۾ چڪ هڻي، هن پاڻيءَ ڍڪ پيتو.

ٽيون، چوٿون، پنجون، ڇهون.... غرض ته سڄو ڪتاب ڦاٽي ويو. هو ڊبل روٽيءَ کي چڪ هڻي رڙڪيندو ڪتاب ڦاڙيندو ويو. سندس محبت نفرت، ڏک سک، پيار پڇتاو جا شعر، سندس زندگيءَ جو ساز سامان، سندس روح جو سات سهارو

ناس ٽيندو رهيو. هو ٻٻل روٽيءَ کي زور سان چٻاڙي رهيو هو. گويا جڪ تي ڪاڏائين! پوءِ هو روٽيءَ ٽڪر ختم ٿي ويو ۽ هن جي ڪتاب جو آخرين صفحو ڦاٽي ويو. "بس وري شعر نه لکندس،" هن قسم کنيو، "آه! هيءَ بک!.... پر مون جهڙن ڀيا به نه ڪيترائي بکيا آهن! ڇا، انهن جي بک جو سبب به شاعري آهي!.... هڪ بکيو ٻيو پيٽ ڀريو، هڪ سڪو سڙيو، ٻيو سکيو ستابو، هڪ مزدور ٻيو مالڪ! آخر ڪيسين سهبو؟ هي ظلم ستم، هي بک ڏک!" هن جذبات جي رو ۾ اچي قلم کنيو ۽ لکڻ لڳو.

"اي انسان! تون هن ڌرتيءَ تي ڪيسين ستم سهندين! سوين سج نڪتا، سوين چنڊ اڀريا، پر انسانيت جو ستارو نه چمڪيو! اي نادان! ڪيسين اونده ۾ ٿاڦوڙا هڻندين؟ آءٌ ته هن سماج کي بدلايون! آءٌ ته مان ته توکي آن نئين دنيا جا گيت ٻڌايان جڏهن انسان بکيو ڏکيو نه رهندو، آءٌ ته مان توکي ان نئين دنيا جا گيت ٻڌايان جڏهن محبت دولت تي نه وڪامندي، آءٌ ته مان توکي ان دنيا جا گيت ٻڌايان جڏهن انسان جو دشمن انسان نه پر قدرت هوندي...."

# پنڌرهين

خانو حجم سئلون ۾ وار ڪٽي رهيو هو ته سامهون نئشنل گارڊ پريڊ ڪندا لنگهيا. چپ راست، چپ راست، چپ چپ، چپ راست چپ راست .. خاڪي وردين ۾ سگهڙ نوجوان، پڳهر ۾ شل، بي پرواهه، خنڪيءَ پريا، مضبوط! ڪرسيءَ تي ويٺل سيٺ شامداس منهن ڦيرائي رستي ڏانهن ڏٺو. سندس منهن تي هراس، بيوسيءَ ۽ نفرت جا احساس نهاري رهيا هئا.

”خانو، اهو اڳ ۾ چنڊ تاري جي جهنڊي سان ڪير آهي،“ هن هيسيل آواز ۾ پڇيو. ”اهو سالار خان محمد آهي. لوهار ڪو ڪم ڪندو آهي.“

”خانو“ سيٺ منجهس اعتبار رکندي پڇيو، ”اهي سالار ڇا ٿا چون. ڦساد (فساد) ڦشاد ته نه ڪندا؟“

خانو هو ته مسلم ليگي ۽ دل ۾ اسلام جي عروج جا جذبا هئس، پر گراهڪن سان هميشه خوش خلقيءَ ۽ لحاظ سان هلندو هو: سو چيائين ته ”سيٺ فساد ڇو ڪندا؟ هي ته صرف ورزش ڪري رهيا آهن.“ ”پر پيلي ورجش (ورزش) ته راما مورتي يا واحد بخش جي آکاڙي ۾ ڪن نه؟ هتي رستي تي ڇو اها چپ راش (راست) چپ راش لڳائي اٿائون. مان ته سياڻي جوڌپور وڃي رهيو آهيان. بار ٻچا ۽ جال (زال) پال سڀ وٺي ٿو وڃان.“

خانو ٻن چئن ڏينهن کان اها ساڳي ڳالهه ٻڌي رهيو هو. هن ڪيئي گهمرا الوحيد ۽ سنسار سماچار ۾ بنگال ۽ بهار جي دردناڪ واقعن جا دل ڏاريندڙ احوال پڙهيا هئا، جتي انسانيت کي ڪچليو ويو هو، ٻار ٻار جي خون سان هولي کيڏي هئي، زالن جي عصمت لٽي ويئي هئي ۽ ٻارن جي

معصوميت کي موت جي گود ۾ ليٽايو ويو هو. هن سرحد، لاهور، بمبئي ۾ فساد جا روح ڪڙا ڪندڙ فوٽا ڏٺا هئا. سندس دل ۾ ڪيئي گهرا خيال آيو هو ته هندن بهار جي مسلمانن سان نسورو ظلم ڪيو آهي، اسان جي هم مذهب ڀائرن جي رت سان راند ڪئي آهي، پرده نشين زالن جي بيحرمتي ڪئي اٿائون.

”پر ڇا، بيءَ جون ڪان پوءِ سچ پچ فساد ٿيندو؟“ خانوءَ پاڪي هلائيندي سوچيو، ”ڇا اسان بهاري مسلمانن جي خون جو بدلو وٺنداسين؟ مثال طور مان هن سيٺ جو پاڪيءَ سان گلو لاهي ڇڏيندس؟“ اهو خيال ايندي ئي خانوءَ جي بدن ۾ ڏرڙي آيري ويئي.

خانو هو ته حجم، پر شام جو جڏهن پامپيچ جي پٽنٽ پائي اچي لڪيدر تي ويهندو هو ته ڪير ڪوئي حجم نه سمجهندو هو. شڪارپور جا ڪيترائي ڪاليجي ڇوڪرا ان سان دوستيءَ جا خواهان هوندا هئا، ڇو ته خانوءَ جي دوڪان ۾ هميشه سنڌ جي سيني ڪاليجن جون مسيلنيون، اردو ۽ هنديءَ جا ٻه چار رسالا، اشوڪ ڪمار ۽ پرٿوي راج جا فوٽا رکيا هوندا هئا ۽ خانو انهن تي اٿين بحث ڪندو هو ڄڻ ته سئنيما ۽ ساهتيه جي ڳالهين تي هو سند هو. خانوءَ جي دوڪان تي ڪيترائي فئنسي پائوڊر ۽ تيل به رکيا هوندا هئا. جن تي هر ڪجي ڪيئي اسڪولي ڇوڪرا خانوءَ سان واقفيت رکندا هئا. خانوءَ جي دوستي پڙهيل ڳڙهيل ڪاليجين سان هئي يا ته انهن اڻ پڙهيل مسلمانن ۽ هندو سيٺين جي ٻارن سان جي پٽنٽ پائيندا هئا، سئنيما جي اداڪارن تي بحث ڪندا هئا ۽ شيل شڪار جا شوقين هئا. ٻه ٽي ساميوادي به سندس سئلون تي ايندا هئا پر اهي هميشه پاڻ ۾ بحث ڪندا هئا ۽ خانوءَ ڏانهن گهٽو ڌيان نه ڏيندا هئا. ڪالهه به هو ڏاڙهي ڪوڙائڻ آيا هئا ۽ پاڻ ۾ بحث تي ڪياڙون ته ”سنڌ سنڌين جي آهي. اج اسان سنڌين

جي قوميت ۽ علحدي شخصيت خطري ۾ آهي. هي پنجابي، بهاري، گجراتي اسان جي تهذيب، ٻوليءَ، واپار، زمين کي ڳڙڪائڻ ٿا چاهين. اسان جو فرض آهي ته ان وڌندڙ وبا کي اِتي نهوڙيون. سنڌ جي ساريءَ ڪانگريس تي گجراتين جو قبضو آهي ۽ سنڌ جا مسلم ليگي ليڊر ته بهارين ۽ پنجابين لاءِ ننگر کولي ويٺا آهن، پوءِ پلي ته سنڌي عوام ٻڪ مري ته مري."
انهن مان هڪ، جو هندو ٿي ڏٺو، تنهن چيو ته "مان آديپور ۽ جئپور جي هندن سان گڏ رهڻ بدران سنڌي مسلمان ڀائن جي هٿان مرڻ وڌيڪ ٿو پسند ڪريان. منهنجون هن ديس سان روح جون ڳنڍيون آهن. هتي جي ڪنڊ ڪڙڇ، رستو رستو، آس گس، بٺ باغيچا منهنجي روح ۾ رمي ويا آهن. منهنجي هستي سنڌ کان سواءِ موت برابر آهي."
خانوءَ هن کان اڳ ۾ اهڙو پيو فراخدل هندو نه ڏٺو هو ۽ هو ڪيس ڏاڍيءَ دلچسپيءَ سان ٻڌي رهيو هو. هن جوش ۾ اچي هڪ عجيب لفظ چيو، "جئه سنڌ." خانوءَ "جئه هند" جو نعرو ته ٻڌو هو پر ان مان کيس هندوپڻي جي بوءِ ايندي هئي ۽ محسوس ڪندو هو ڄڻ ڪيس ڪنهن پاڪيءَ جو ٽُڪو ڏنو. پر "جئه سنڌ" لفظ ۾ ڄڻ پاڻيءَ جي ڦوهاري ۽ خوشبودار تيل جو اثر هو، جنهن سندس دماغ کي معطر ڪري ڇڏيو.
اڄ هن کي خيال آيو ته جي سنڌ ۾ فساد لڳي ته مان جيڪر ڇا ڪريان؟ ڇا، هن سيٺ جو گلو ڪپي ڇڏيان؟ سيٺ جو پٽ پهرئين سال ۾ شڪارپور ڪاليج ۾ پڙهندو هو ۽ خانوءَ وٽ وار ڪٽائڻ ايندو هو. هڪ ڀيري نوروزيءَ جي ميلي تي هو سنڌ واه تي مليا هئا ۽ خانوءَ کي پاڻ سان ويهاريو هئائون. چوڌاري ڇهل ٻهل لڳي پيئي هئي. واهه ڏنيءَ ڪنيءَ تي وهيو. پل وٽ پاڻي آڇلون ڪائي دل ۾ آمنگ پيدا ڪري رهيو هو. خانوءَ ڪن تي هٿ رکي ڏوهيڙا چيا. "چولي واري نينگري..." فضا ۾ ڄڻ مستي ۽ محبت ڦهلجي ويئي هئي،

هندو مسلم جو تفاوت نه رهيو هو ۽ سڀ گڏجي راڳ جي مٽر مٽ ۾ پيا رهيا هئا. ڪڏهن توريون، جي ترڻ لاءِ ڪنيون هئائون، تن تي ڪنهن آگرين سان سريلو آواز ٿي ڪيو ته دل ۾ عجيب ڪتڪتايون ٿي ٿيون. پوءِ هو پاڻيءَ ۾ لات پيا هڻا ۽ گڏجي انب ٿي چوسيائون. ”درياهه، جو وهي رهيو هو سو ته اسان ٻنهي لاءِ ساڳيو هو،“ خانوءَ سوچيو، ”ائين ته نه هو ته پاڻيءَ هندوءَ کي ٻوڙيو ٿي ۽ مسلمان کي تاريو ٿي. مٿان اونهاري جو سج ٻنهي تي تاءُ ڪري رهيو هو ۽ ٻنهي تني مٿي کي ٺارڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ٽپيون ٿي هنيون. ائين ته نه هو ته سج مسلمان مٿان چانو ٿي ڪئي ۽ هندوءَ کي پنهنجي تکيءَ اُس ۾ جلايائين ٿي؟ جڏهن اهي قدرت جا عنصر اسان ۾ مت-ڀيد نه ٿا رکن ته انهن جو خلقيندڙ ڪئن رکندو هوندو ۽ خلقيندڙ نه رکندو هوندو ته خلقت ڪيئن رکي؟“ خانوءَ جو دماغ چڪ ڪنهن اردو رسالي جو پنو ٿي پيو. هن جيڪي ڪتاب پڙهيا هئا، اهي چڪ سندس سوچ تي زور ڇمائي پنهنجو ادبي رنگ ڏيکاري رهيا هئا ۽ هو سوچي رهيو هو ته ڪيئن موڻ جن سان ڪاڏو پيتو آهي ۽ اٿيو ويٺو آهيان تن جو يا تن جي پيءُ ماءُ جو گلو ڪپيندس؟“

خانو شاهي باغ ۾ پنهنجن هندو دوستن سان ڀڳت تي ويندو هو. جڏهن ڀڳت ڪن تي هٿ رکي شاهه جو ڪلام ڳائيندو هو ته ”تڏي وسائج تر جي، مٿي مٿيءَ مٿان، جي پويون ٿئي پساهه، ته به نجا مڙه ملير ۾“، تڏهن اها عجيب فضا پيدا ٿي ويندي هئي جو سندس دل چاهيندي هئي ته اتي مران، انهي ڏکهي، تڏي ٻڙ جي درخت هيٺان! ٻڙ جا پتا منهنجي قبر تي ڦڙڦڙ ڪندا ڪرن ۽ ٻڙ جا ڏينو ڪري منهنجي قبر کي گل گل ڪري ڇڏين. شاهي باغ جي ٿڌي ٿڌي هوا منهنجي قبر کي ٻهاري ڏيئي، منهنجي قبر کي صفا ڪري، ۽ جڏهن ڀڳت ڳائي تڏهن ان جي ڏوهيڙي جون لهرون ۽ رابيل جي خوشبوءِ

ملي منهنجي روح کي گدگد ڪن ۽ مان قبر ۾ به سر ڏوڻيان، ڳايان، لهرايان. جي مون کي ملائڪ بهشت ۾ وٺي وڃن ته اتان به جند ڇڏائي پنهنجي اچان ۽ ڀِٽ جي آواز ۾ رانديون رمان، رابيل جي خوشبوءِ سان هٿ چراند ڪرايان.... نه رڳو خانوءَ پر سڀني هندو مسلمان ٻڌندڙن جي دل ۾ اها خواهش، اهو جذبو قابو پائي ويندو هو. ”هي هندو سنڌ ڇڏي ويندا؟ ڪيئن اهو مارئي جو ملڪ ڇڏيندي دل ٿيندن؟ ڪير اتي ڪين شاهه جو ڪلام ٻڌائيندو؟“ خانوءَ ريڊيئي ۾ گيت ٻڌا هئا ته ڪيس اهڙي ڪراهت آئي هئي، جو يڪدم اسٽيشن ڦيرائي هئائين. ڇو ته جنن جي ٻولي هئي! ڀلا مارواڙي يا مرهٽي ٻوليون ڪيئن اسان کي رس ڏينديون، جن مان صرف ٻاجهري ۽ سڪي ساڳ جي بوءِ پئي اچي. اسين سنڌي، ڪڻڪ جا هريل، شاهه جي ڪلام جا مشتاق، سنڌ واه تي شيل ڪندڙ ڪيئن سنڌ کان ٻاهر سڄي عمر بسر ڪنداسين؟

خانوءَ کي ڪيئي اهڙا روزمره جا واقعا ياد آيا، جڏهن هندو مسلم عوام جو روح ملي جلي ويو هو، ۽ جن سنڌ جي هڪ تهذيب، هڪ قوميت جي گواهي ڏني هئي.

سڄو ڏينهن خانوءَ جي دل ۾ جهيڙي، فساد، لڏپلاڻ جا خيال اچي رهيا هئا، سندس دماغ ڪنهن جي اليڪٽرڪ مشين وانگر ڪم ڪري رهيو هو.

شام جو خانو دڪان بند ڪري گهر وڃي رهيو هو ته اسٽيشن ڏانهن ويندڙ بگين تي نظر پيس. شايد انهن مان هڪ ۾ هندو ڪٽنب اهڙا به هئا جي پنهنجي جمڻ مرڻ جي ديس کي الوداع ڪري وڃي رهيا هئا.... دور جتي نه شاهه هو، نه سامي، نه ساڌ ٻيلو نه زنده پير نه ڀِٽ نه ملاڪاٽو، نه ٻارهينءَ جو ميلو، نه چوڏس جو راڳ! دور هڪ اجنبي ديس ڏانهن، جتان جي زندگي، ريتيون رسمون، اٽ ويهه، خوراڪ پوشاڪ سڀ جدا هئا.

”پر....،“ خانوءَ سوچيو، ”هتان لڏڻ جو خيال به ته صرف به ٽي سيٺيون ڪري سگهندا، جن کي اڏيپور ۽ جئپور ۾ ڪوٺيون آهن، جي مسافريءَ جو خرچ سهي سگهندا. پر هيءُ غريب منشي، هو ڪلارڪ، سنڌي اسڪولن جا ماستر جي سنڌس دڪان ۾ ايندا هئا ۽ وارن جا چار آنا ڏيڻ ۾ ڪسڪندا هئا، سي ڪيئن اهي ڀاڙا ڀتا، خرچ پڪا برداشت ڪندا؟ سيٺ ته وڃي واپار ڪندو پر منشي ڪيئن سنڌيءَ ۾ درخواست لکندو، سنڌي اسڪول جو ماستر ڪيئن سنڌي پڙهائيندو؟“

ٻئي ڏينهن صبح جو خانو نم جو ڏندڻ ڏيئي رهيو هو ته سنڌس گهر وٽ هوڪو آيو، ”پلو اٿو، پلو!“ خانوءَ جي زال مهائيءَ کي سڏ ڪري بيهاريو ۽ ڪانئس پلو چڪائڻ لڳي، ”مون کي اڌ پلو گهرجي.“ خانوءَ جي زال چيو. ايتري ۾ پير واري گهر مان پيسوءَ ماءُ به نڪري آئي ۽ چيائين ته ”پيڻ، اڌ تو کي کپي ته اڌ مان ٿي وٺانس. سڄو ڪٺي چڪائنس.“ جڏهن ٻنهي پلو اڌو اڌ ڪري ڪنيو تڏهن پيسوءَ ماءُ چيس، ”پيڻ جيبل (زيبل)، چون ٿا ته جد (ضد) وڏي ويا آهن ۽ مسلمان فشاد ڪندا. مان ته توهان وٽ اچي رهنديس.“ خانو، جو پرسان ڏندڻ ڏيئي رهيو هو تنهن کيس چرچي ۾ چيو ته ”مان ته مسلم ليگي آهيان. جناح ٽوپي پائيندو آهيان. تو کي ته پوءُ ٽي مون مان ڪرڻ کپي.“

”نه ڀائو، چا ٿا چئو،“ پيسوءَ ماءُ ڪنڌ کي ڌوڻي، نت کي لوڏيندي چيو، ”لک ڪٺي مسلم ليگي ٿيو ته به اسان لاءِ اهي ٽي ڪانو (خانو) ڀائو آهيو. اسان کي ڪيئن ماريندؤ؟ توهان ته چوندا آهيو پاڙو ابو امڙ آهي. اسان کي عيد تي قربيون ڏيندا آهيو، ٿڌڙيءَ جا لولا کائيندا آهيو، چڱو اهو به لحاج (لحاظ) نه پوندو؟ پر جي ميس ته گهوريس. توهان جي هتان مرنديس نه!“ ۽ پوءِ هن جهوني زماني جي هڪ سٽ چئي، جا ماءُ، پاءُ پيڻ کي وڙهڻ وقت چوندي هئي-

"مر مارن ننڍا ٻاڙا، سسيءَ ڏيندا لت."

جانوءَ جا ڇڻ ڪپاٽ کلي ويا. ڇا هيءَ عورت، جا سندس اجهو طلبي رهي هئي، تنهن کي هو ماريندو؟ هرگز نه! هرگز نه! اهڙو سنگدل ڪيئن ٿيندو؟ ٻهار ۾ هندن کٽي مسلمانن کي ماريو هو ته به ان ۾ پيسوءَ ماءُ جو ڇا؟ هوءَ ته ننڍي هوندي کان سندس پاڙي ۾ پلي، نپني هئي، ننڍي هوندي ساڻيءَ ٻير ۾ پٽر هٿــي ٻير ڪيرايا هئا ۽ جهوليون ڀريون هيون، ننڍي ساڻي پمپ تان پاڻي ڀريو هو ۽ هن ڪيئي گهرا ڪيس گهاگر کڻائي هئي، ڪيئي ڀيرا خانوءَ جــو لغڙ ڪاٽا ٿي هن جي ڪوٺي تي وڃي ڪريو هو ته هن اهو ڪيس کٽي ڏنو هو. نه رڳو ايترو پر جڏهن سندس ننڍال زيبل کي پيٽ ٿيو هو، تڏهن پيسوءَ ماءُ کيس سڱڙا ۽ پاڻي پڙهائي آڻي ڏنو هو. ٻهار ۾ مسلمان ٻاڙر تــه ماريا ويا پـــر ان ۾ پيسوءَ ماءُ جو ڪهڙو ڏوه؟ ان کي ڇو ماريو وڃي؟ بيشڪ، بيشڪ هن صوفين جي سنڌڙيءَ ۾ فساد ڪڏهن نــه ٿيندا. ڪير اهڙو ظالم، سنگدل ٿيندو، جو پاڙي جو بچاءُ نه ڪندو ۽ بيواهن جو گلو ڪاٽيندو؟ سندس ڪنن ۾ ڪنهن ساڳيو لفظ پڙڪيو، "جئي سنڌ"! سندس من جو مونجهارو لهي ويــو ۽ سندس دماغ ڇــڻ ڪلين شيو (Clean Shave) ٿي ويو.

# پنهل کان پوءِ

منهنجي روشني!

تو شراب جو ڪوزو منهنجي چپن تائين آندو، مون تو ڏانهن ڏٺو. تنهنجي اکڙين ۾ ڪيف هو، الوٽ اربيليون اکڙيون! منهنجا هٿ ڏڪڻ لڳا. ڪوزو لُڏيو لميو، ڇلڪيو، ڇڄون تي ويو. شراب تنهنجي جهوليءَ ۾ هارجي ويو، مان هيئنر تنهنجو پاند نپوڙي بوند بوند ڪري پي رهيو آهيان. پياس ئي نٿي اُجهي! تون ڪيترو نه دور ٿي وئي آهين. تنهنجي دنيا ڪهڙي نه اجنبي ٿي وئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي خبر ملندي آهي ته مون کي ماضيءَ جي وجود تي يقين نه ايندو آهي. تنهنجون يادگيريون اينديون آهن جن مان منهنجو من سرڪيون پريندو آهي. پر اهي يادگيريون ته ننڍڙيون بوندون آهن ۽ اسان پراڻا پياڪ. ڳيت ۾ ڪيئي ڪوزا پي وڃون. فقط يادگيريون ڇا ڪنديون!

توکي ياد آهي ته تو هڪڙي دفعي چيو هو ته ”اسان جا جسم جدا ٿي سگهندا. روح جدا نه ٿيندا.“ پر مون کي خطرو آهي ته هيئنر تنهنجو روح به مون کان جدا ٿي رهيو آهي. تون دور ٿي وئي آهين. جسماني طرح به، روحاني طرح به. اسان جوڻ دليون ٻن ڪنارن وانگر آهن جن جي وچ ۾ وقت جو درياهه ڇوليون ماري رهيو آهي! اُٺاهه، اونهو، بي انت! جنهن ۾ زندگيءَ جون ڪيئي پياريون گهڙيون لڙهي ويون. الاجي وري ملون يا نه ملون! توکي ياد آهي آها منهوڙي جي شام! شفق جا پاڇاوان ڇولين کي ڳراٽڙيون پائي رهيا هئا. تنهنجون ڇڳون تيز هوا ۾ ائين آڏامي رهيون هيون، ڄڻ ڪويا دور ٿي پيڇنديون ويون، ڪنهن دوهين دار ڪڪريءَ جي تلاش

برسات جي بوند به نه پئي آهي. پر سال بيگاري ڏنيءَ کنيءَ ٿي وهي. هيل سڪ پڌ آهي. اڳي ٿي پاڻي ٿورو وري جڙي ماڇيءَ وارا سندس موڙيءَ جا آواندا پيچي پنهنجي ٻنيءَ ڏانهن پاڻي لاڙڻ جا ڏڙڪا ڏيئي رهيا هئا. رمونءَ چار ايڪڙ ٻني ڪئي هئي. ان تي سندس زندگيءَ جو دارومدار هو. ان ۾ هن پنهنجو پگهر پوکيو هو. سلن سان گڏ سندس آسون اميدون اسري رهيون هيون. ڇا به ٿئي پر آواندا پيچڻ ڪونه ڏيندو. سندس ڌيءَ کي سال کان ٽيڙ تپ هو. سندس زال جو ڳهه ڳٿو، چوڙي پانهين سڀ خرچ ۾ ڳري ويو هو. فصل لهندو ته ڪيس چار پئسا ٿيندا ۽ ڌيءَ جي دوا ڪرائيندو.

اوچتو سندس دل ۾ وهم جاڳيو ته سندس نياڻي نظيران مري ويندي. سندس دل گاڏون ماڏون ٿيڻ لڳي. سندس هانوَ کي اچل آئي ۽ ڳوڙها سندس اکين ۾ تري آيا. خدا کيس سالن کان پوءِ نياڻيءَ سان نوازيو هو. ننڍڙو گڏيءَ جهڙو ٻار. گهر جي سونهن، پيءُ ماءُ جي ورونهن. افسوس صد افسوس. اهو ابهم دوا دارون جي خرچ نه هئڻ ڪري مري ويندي. ڪيئي طبيب ڪيئي دوائون. پر هن وٽ پئسو ڪونه هو جو اهي خريد ڪري. شايد انسان جي زندگيءَ کان پئسو وڌيڪ قيمتي آهي. شايد طبيب چٺائڻ لاءِ نه ڪمائڻ لاءِ آهن. شايد دوا شفا لاءِ نه پر بها لاءِ آهي. پئسي نه هئڻ ڪري موت سندس جهوليءَ مان نياڻي کسي رهيو هو. اي موت ذرا ترس. جي پئسو نه آهي ته مون وٽ نه آهي. هن نياڻيءَ، هن ابهم جو ته ان ۾ ڏوهه نه آهي. هن کي ڪهڙي خبر ته مان جنهن وٽ ڄمنديس سو سچو هوندو، پينگهو هوندو، ڏينهن رات پگهر جو پورهيو ڪندو هوندو ته به چار پئسا بچائي نه سگهندو هوندو. پڌين تو اي موت. انهيءَ اپوجهه ابهم کي ڇا معلوم ته هوءَ ڄمندي ته تهه سهارو هوندو، پارا پوندا هوندا، ڏند ڏڪندا هوندا، لڱ لڱ ۾ ٽڙڪڻي هوندي ۽ سندس ڪنگال

پيءُ وٽ پئسو نه هوندو جو هو ڪمبل وٺي. هن کي ڪهڙي خبر ته هيءَ دنيا پئسي جو چڪر آهي. پئسو انهن وٽ آهي جي پيٽ ڪيدي، طول ويهاڻن تي ٽيڪ ڏئي ويهن ٿا. پر جن جي رونبو ڪري چيلهه ڇيڻي ٿي وئي آهي تن جي لاءِ پئسو نه آهي. تن جي لاءِ محنت ۽ مشقت آهي، بک ۽ ڏک آهي، مرض ۽ موت آهي. رمونءَ منهون پڪوڙينڊي پڪو ارادو ڪيو ته آواندا پيچڻ نه ڏيندس، پوءِ سر وڃي ته وڃي. آواندا پچندا ته فصل سوڪ تي ويندو، ڪيس پئسو نه ٿيندو ۽ سندس نياڻي ٿيئڙ تپ وکهي مري ويندي. هن کي جڙي ماڇي وارن تي سخت ڪاوڙ آئي ۽ ڪهاڙيءَ ۾ هٿ وڌائين. جڙيو ماڇي هو. پر جڙيو ماڇي ته هن جو لنگوٽيو يار هو. ننڍي هوندي هو گڏ ٻڪريون چارڻ ويندا هئا. جڙيو ڪنڍيءَ جي وڻ تي چڙهي سگر چاڙهيندو هو ته ٻنهين جون ٻڪريون چرنديون هيون ۽ هو سڀين ڪوڏين جهڙا ڏند ڪيدي رمونءَ کي چوندو هو، ”اسان ته نوريئڙي وانگر وڻ تي چڙهي ٿا وڃون. تون چا چڙهندين ٻليءَ وانگر ٿو تڙ وٽ ويهي ڏڪين.“ جڙيو ۽ هو گڏ بيگاريءَ ۾ ترندا هئا، ٻلهاڙو ڪيڏندا هئا. رمون نڙ وڄائيندو هو ته جڙيو ڪن تي هٿ رکي ڪافي ڳائيندو هو:

منهنجا گهوڙي سوار- تنهنجي ڇهبڪ ڪئي هان چري
تنهنجي ڇهبڪ ڪئي هان چري
الا وڃان ٿي مري
ڪڏهين ايندين وري- منهنجا پرڏيهي يار
تنهنجي ڇهبڪ ڪئي هان چري- منهنجا....

اهو راڳ اڄ به رمونءَ جي ڪنن ۾ پري رهيو هو. اهو راڳ ٻڌي رمونءَ کي ڪيترو نه جڙي تي پيار ايندو هو! اڄ اهو جڙيو سندس رت پيئڻ لاءِ تيار هو. اڄ اهو جڙيو سندس آواندا پيچڻ ايندو. ڪهاڙيون هلنديون. رت وهندي. دوستي زخمي ٿي لڇندي. انسان ڪهڙو نه ذليل آهي. پنهنجي سڌن

کي پوري ڪرڻ لاء ڪيترو نہ ڪڏو ٿو ٿي وڃي. ھاء رمونءَ کي ڪھڙي خبر تہ جڙي کي بہ چار ايڪڙ ٻني ھئي. ھن کي ڪھڙي خبر تہ موريءَ ۾ پاڻي گھٽ چو ھو. ھن جو بہ ٻئي وقت اڌ آن وڏيرو کڻي ويندو ھو. ھن جو دارومدار بہ انھن آن ڪڻن تي ھو. ھن کي ڇا معلوم تہ موريءَ جي مھڙ تان سڄو پاڻي وڏيرو الله بخش ٿي کڻي ويو.

وڏيرو الله بخش لکھا جريب ٻنيءَ جو خاوند ھو. سڀ ڪامورا ڪڙا ھن وٽ ايندا ھئا ۽ ڪانئس رسائي وٺندا ھئا. رشوت جو نالو رسائي آھي. رشوت بيشڪ رسائي آھي. انسان جي انسان تائين رسائي، انسان جي خدا تائين رسائي، سڀ رسائي رشوت رستي ٿي سگھي ٿي. غريب ھارين جو رت پيئڻ وڏيرو الله بخش ھر سال زڪوات ڪيندو ھو ۽ خدا تائين رسائي ڪندو ھو. ۽ ماڻھن کي مرڪي چوندو ھو تہ منھنجو نالو ئي الله بخش آھي ۽ مولوي ثناءالله کيس ٿيڪو ڏيندو ھو. اي الله، تنھنجي بخشش ايتري سستي تہ نہ ھوندي. اي ثناءالله، شايد تنھنجو الله رشوت بہ وٺندو آھي؟

رمونءَ کي دبرندو ڏسي جانو چرڪ پري اٿيو. جانو انھيءَ جھيڙي جي بلڪل خلاف ھو. ھن جڙي جي ڌيءَ نازيءَ سان ياراڻي رکي ھئي. جھونجھڪڙي مھل نازي دلو کڻي کوہ تي ايندي ھئي ۽ وات تي لون جي اوٽ ۾ جانوءَ سان روح رھاڻ ڪندي ھئي. گھڙي کڻي سان نازيءَ جي چيلھہ بيد جي لڪڻ وانگر مڙي ويندي ھئي ۽ جانو جھونگاريندو ھو:

جيڪو چيلھہ تي چار گھڙيون تنھنجي
سان تنھن گھڙي تان گھوريس وو
سان تنھنجي جدائيءَ جھوريس وو
جيڪو چيلھہ تي چار گھڙيون تنھنجي
الا چيلھہ تي چار گھڙيون تنھنجي
سڌارن جي چانو ۾ اھي پيار جون گھڙيون جانوءَ کي

ابدي زندگيءَ جيان لڳنديون هيون. هن دنيا جي ڌرتيءَ ۾ جنهن کي گهڙي پل پيار جي ڇايا ملي اهو کهڙو نه خوش نصيب آهي. جانوءَ کي نازيءَ جو خيال آيو. سندس ڇپر ڇڄي پيا- هو ڪيئن پنهنجي محبوبڙي جي ميار کڻي، سندس پيءَ تي هٿ هلائي. پر چوندا آهن ته رت راڻي آهي. جانوءَ جي پاءَ ۽ پيءُ تي ٻري ايندي ته هو ڪيئن ماٺ ڪري ويهندو. 'شل چار ايڪڙ ٻنيءَ غرق ٿئي.' جانوءَ دل ۾ چيو، پر ريج لاءِ پاڻي پورو ڪونه هو، ٻني غرق ڇا ۾ ٿيندي.

پره ريکون ڪڍيون. اوچتو ڪوڏر جو کڙڪو ٿيو. جانو ٽپ ڏيئي اٿيو، "نه ويندءُ"، رموزءَ هڪل ڪئي. ۽ ٿيئي کهاڙيون ۽ لوڙهيون کڻي ڊوڙيا "ماريو نه ڇڏيو"جون رڙيون سناٽو چيريندڊيون ويون. ڏسندي ڏسندي ماس جا ڳيهل اڏامڻ لڳا، رت جون سيرون وهي ڇڙيون ۽ ٻه جوان ڌرتيءَ تي ڪري پيا. هو پاڻيءَ تي وڙهي رهيا هئا. هرڪو چوي ته منهنجي چار ايڪڙ ٻني آباد ٿئي. هي چار ايڪڙ زمين مون لاءِ آهي. هي منهنجي زمين.... ۽ زمين چئي رهي هئي ته مان ڪنهن جي به نه آهيان. توهان سڀ منهنجا آهيو. گهڙيءَ کان پوءِ توهان سڀني جا لاش منهنجي آغوش ۾ دفنائيبا.

اسان جي پاڙي ۾ هڪ برهمو سماجي رهندو هو. هن جي گهر ۾ گئلري هوندي هئي جنهن ۾ دنيا جي ڪيترن ئي اهم ماڻهن جهڙوڪ شيڪسپيئر، ٽالسٽاءِ، ٽئگور، ايمرسن، برنارڊشا ۽ گانڌيءَ وغيره جون مڙهيل تصويرون يا فوٽوگراف ٽنگيل هوندا هئا ۽ انهن سڀني جي وچ ۾ برهمو سماج جي بانيءَ راجا رام موهن راءِ ۽ هن جي پياري پوئلڳ ڪيشب چندرسين جا فوٽوگراف ٽنگيل هوندا هئا. انهيءَ برهمو سماجيءَ نه رڳو اسان جي ننڍيءَ عمر ۾ ئي دنيا جي اهم ماڻهن سان واقفيت ڪرائي هئي پر اهو به ٻڌايو هو ته هندو ڌرم ۾ ڪهڙا فرقا هئا ۽ انهن مان برهمو سماج اسلام جي قريب هو، ڇو ته برهمو سماج ۾ خدا جي وحدانيت جو تصور موجود هو ۽ بت پرستي جائز نه هئي. هن مون کي ڪيشب چندرسين جا ڪتاب سنڌي، اردو ۽ انگريزي ترجمي ۾ ڏنا هئا. انهن ڪتابن ۾ مون پڙهيو هو ته ڪيشب چندرسين هن ڪائنات جي ازلي حقيقت کي ”ماتا“ تي ڪوٺيو ۽ وڻن ٽڻن، گلن ٻوٽن، ماڻهن مرن، مطلب ته ساري سنسار جي هر ساهوا ۽ هر سڀني کي ”ماتا“ جي نالي ۾ سمائي، وارون وار پئي پڪاريو، ”ماتا!“ ”ماتا!“ ”ماتا!“: اهو آواز اڄ تائين منهنجن ڪنن ۾ گونجندو رهيو آهي. ڌرتي ته منهنجي ماتا آهي ئي جا امر آهي، پر منهنجي هڪ ٻي ماتا به هئي جنهن مون کي ڪک مان جنم ڏنو هو ۽ جا مري چڪي آهي. جڏهن رات جو طوفان لڳندو هو ۽ درين جا تاڪ ملڪالموت جي هٿن وانگر تاڙيون وڄائيندا هئا ۽ مون کي خوف ٿيندو هو، تڏهن هوءَ مون کي ڇڪي ڇاتيءَ سان لائيندي هئي؛ جڏهن چلهه تي تتل ٺڪو منهنجي ڇتيءَ ٻک تي ڪلندو هو، تڏهن هوءَ ڳتيون ٺاهي مون کي منهن ۾ ڏيندي هئي؛ جڏهن ڏينهن جو مون کي ننڊ نه

ايندي هئي، تڏهن هوءَ مون کي پينگهي ۾ لوڏو ڏيئي، لولي ڏيندي هئي؛ ۽ جڏهن بدي جي رات ۾ پٽ مون کي بيچين ڪندي هئي تڏهن هوءَ ڏيهي سر ۾ لوڪ گيت ڳائيندي هئي ”گهل ڏکڻ اڙي، نيڻ ڻا ننڊ گهرن!“؛ ۽ جڏهن منهنجي اها ماتا، اها امان، سڀ جي ڏاڏي- امان ڌرتيءَ جي گود ۾ هلي وئي هئي، ننڍڙي ٽي وئي هئي، اينري پٽڪڙي ٽي وئي هئي، جو ڏاڏيءَ امان جي ڪک ۾ سمائجي وئي هئي، تڏهن مون کي انهيءَ برهمو سماجيءَ جي پڪار ياد آئي هئي ”ماتا! ماتا! ماتا!“ ●

منهنجا سيئي مائٽ مسلم ليگي هئا ۽ هو مهاتما گانڌيءَ کي "مهاطمع" گانڌي ڪوٺيندا هئا. منهنجو ويجهو عزيز مرحوم واجد علي شيخ شڪارپور مسلم ليگ جو پريزيڊنٽ ۽ مسجد منزل گاهه تحريڪ جو ليڊر هو ۽ جي اها تحريڪ پيدا نہ ٿئي ها تہ مرحوم الله بخش سومرو شهيد نہ ٿئي ها ۽ جي الله بخش سومرو شهيد نہ ٿئي ها، تہ سنڌ اسيمبلي پاڪستان جو ٺهراءُ بحال نہ ڪري سگهي ها. ان ڪري پاڪستان کان پوءِ شڪارپور جا مسلم ليگي شيخ شهر تي حاوي هئا ۽ پاڻ کي قانون جي گرفت کان آجو سمجهندا هئا.

شڪارپور ۾ مارچ ۱۹۴۷ع کان اڳ ٿي لُٽ ڦُر شروع ٿي وئي هئي ۽ هندو پنهنجا ماڳ مڪان ڇڏي، گهرن کي تالا ڏيئي، ڀارت وڃي رهيا هئا.

مان انهن ڏينهن ۾ ايل. ايل. بي. جي پوئين امتحان جي تياريءَ لاءِ شڪارپور آيل هئس. (مان چالاڪ چاڻي واڻي ايل. ايل. بي. جي پوئين ساليانيءَ امتحان ۾ نہ ويٺو هئس ۽ سپليمينٽريءَ لاءِ تياري ڪري رهيو هئس، اهو منهنجي رومانوي زندگيءَ سان تعلق رکي ٿو جنهن جو ذڪر مان پوءِ ڪنهن هنڌ ڪندس.)

ڪراچيءَ ۾ مان ميٺارام هاسٽل جي پرسان آڪاڙي ۾ طرح طرح جون ورزشون ڪندو هئس ۽ نيٽيءَ جيٽيءَ جي ڏاڪڻ وٽان سمنڊ ۾ لهي اونهاري سياري ترندو هئس. (مون ساورڪر جي جيونيءَ ۾ پڙهيو هو تہ انگريز هن کي گرفتاريءَ هيٺ پاڻيءَ جي جهاز ۾ وٺي وڃي رهيا هئا تہ هو سمنڊ واٽ ۾ ٽپو ڏيئي، تري، ڪناري تي پهتو هو ۽ قاهره جي گهٽين ۾ گم ٿي ويو هو ۽ نيٺ وڃي پئرس پهتو هو، جتي هن ۱۸۵۷ع جي بغاوت تي پنهنجو مشهور انقلابي ڪتاب لکي شايع ڪيو هو.) ايتريءَ ورزش مون کي لٺي جي آلي لڪڻ وانگر ايڏو

۽ لچڪيدار ٻڌائي ڇڏيو هو، جو مان روشندانن مان سرڪي، ڪمري ۾ لهي ويندو هئس.

١٩٤٧ع جي لــڏپلاڻ ۾ هــزارين شڪارپوري هندو پنهنجو سامان سڙو ڇڏي، گهرن کي تالا هڻي، انهيءَ اميد سان هندستان هليا ويا هئا ته فساد جلد ئي ختم ٿــي ويندا، ٿوري وقت ۾ امن امان بحال ٿي ويندو ۽ هو پنهنجن گهرن ۾ موٽي ايندا. ان لڏپلاڻ سبب پاڙن جا پاڙا ويران ٿي ويا هئا. اسان جي پاڙي کي هڪ پاسي نيين پور هئي جتي شيخ ۽ پٺا رهندا هئا، جنهن جي پريان شاهي باغ هو، ٻئي پاسي راڻي پور واري پير صالح شاه جو اوتارو هو جنهن جي پرسان ڪوري ۽ ڍڪڻ رهندا هئا، ۽ باقي ٻن پاسن کان هندن جــا گهر ۽ حويليون هيون. انهن گهرن جي وچ ۾ رڳو ٻه ٽي گهر شيخن ۽ ڪنهباڻين جا هوندا هئا.

لڏپلاڻ کان پوءِ رات جي وقت منهنجا ٻه ٽي مائٽ چوريءَ تي نڪرندا هئا ۽ هندن جي گهرن جا تالا ڀڃي انهن جو سرو سامان کڻي ايندا هئا. هڪ ڀيري هو پنهنجي چوريءَ جي باري ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا تــه مون هنن کي چيو، ”اوهان ته پڙهيل ڳڙهيل آهيو، سپاڻي چــوري ڪندي پڪڙيا وڃو ته ڇا ڪندءُ؟“

انهن مان هڪ جواب ڏنو، ”پڪڙجڻ جو ڪو سوال ئي نــه ٿو اٿي. پهريون تــه رات جو چوڪاري سچ وسندي آهي، اصل ڪڪڙوڪون لڳي پئي هوندي آهي، ۽ ٻيو ته اسان پاڻيءَ ۾ پسيل ڪپڙو ڪلف تي رکــي مٿان واهولي جا ڌڪ هڻندا آهيون ته ڪلف ڀڄي پوندو آهي ۽ ڪو آواز به نه ٿيندو آهي ۽ اسان مان ڪري سامان گهر کڻي ايندا آهيون.“

مون ڪجهه سوچي، هنن کي چيو، ”اڄ رات مان بـــ اوهان سان هلندس.“

جڏهن رات جــو هڙو مڙو ٿريو، تڏهن اسان چــار ڄڻا

نڪتاسين. اسان جي پاڙي جي پنيان گهگهرائين جو پاڙو هوندو هو. اسان ان پاڙي ۾ ڪنهن سيٺ جي وڏي مڪان وٽ بيٺاسين. ٻاهرئين دروازي کي لوهي تالو لڳل هو، جنهن تي منهنجي هڪ مائٽ پاڻيءَ ۾ پنهل انگوڇو ٻڌو چوڏو ڪري رکيو ۽ پوءِ ان تي واهولي جا چار پنج ڌڪ هنيائين، ته بنا ڪنهن آواز جي تالو ڀڄي پيو. تالو ڀڄي اسان اندر وياسين ته ڏٺوسين ته ايوان سان لڳ تي ڪمرا هئا جن مان ٻن کي تالا لڳل هئا ۽ هڪڙو ڪمرو اندران بند هو، جنهن جو روشندان کليل هو. منهنجي مائٽ اهي تالا ڀڃڻ تي چاهيا ته مون هن کي روڪي چيو، ”آءٌ تو اندران وڃي ڪمرو کوليان.“ پوءِ ٽپو ڏيئي، مون ٻئي هٿ روشن دان ۾ لڳل لوهي سيخ ۾ وڌا، ۽ ٻانهن جي زور تي بدن مٿي چڙهي، روشن دان مان هڪ نانگ وانگر نڪري، هيٺ ٽپو ڏنم. پوءِ مون ماچيس جي تيلي ٻاري، بجليءَ جو بٽڻ گولي لڌو ۽ بتي ٻاري. ڏٺڻ ۾ ائين پئي آيو ته ڪجهه ڏينهن اڳ ڪمرو بند ڪري ڪو ٻاهر ويو هو. الماڙين ۾ ڪجهه ڪپڙا ۽ ٽوال تهه ڪيا رکيا هئا، پرسان ٻه ٽي لوهي ٽرنڪون تالن سان بند ٿيل رکيون هيون ۽ انهن جي پرسان پٽ تي ڪپڙي مان ٺهيل هڪ گڏي پئي هئي، جنهن کي هڪ چوٽي هئي ۽ چانئيءَ تي ڪپڙي مان ٺهيل ٻه اکيون هيون، ۽ جنهن جو سارو سرير ننگو هو. مان چئي نه ٿو سگهان ته گڏي هندو هئي يا مسلمان. گڏي هٿ ۾ کڻي، مان ان کي ڏسندو رهيس، ۽ ان جي ننڍڙيءَ مالڪياڻيءَ جو تصور ڪندو رهيس، جا ڪو ڪراچي ڇڏي بمبئي/بنارس/ڪلڪتي يا ٻئي ڪنهن شهر هتين خالي وڃي پهتي هئي. مان ڪافي دير ان گڏيءَ کي ڏسندو رهيس ۽ منهنجا مائٽ منهنجو انتظار ڪري ٿڪجي پيا. مون کي ڏاڍا سڏ ڪيائون پر جڏهن هنن کي ڪو جواب نه مليو، تڏهن هو ڪلف کي واهولا هڻڻ لڳا. هو اڄ تائين ڪلف کي واهولا هڻي رهيا آهن، واهولا هڻي رهيا آهن؛ واهولا هڻي رهيا آهن..... ●

سال ١٩٤٧ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وڪٽوريا روڊ تي پئراڊائيز هوٽل ۾ اردوءَ جي ترقي پسند مصنفين جي ٻهرين گڏجاڻي ٿي هئي، جنهن ۾ سجاد ظهير تقرير ڪري رهيو هو. هو تقرير ۾ بار بار ترقي پسند ۽ رجعت پسند لفظ ڪم آڻي رهيو هو. تقرير ھلندي، مينڊ مان هڪ شخص اٿي هن ڪان اردوءَ ۾ پڇيو، ”ڇا، ترقي پسند مان اوهان جي مراد اشتراڪي آهي؟“

سجاد ظهير ٿورو گهٻرائجي ويو ۽ چيائين ته ”نه، ائين ته نه آهي.“

ان تي ساڳئي شخص بلند آواز سان وري سجاد ظهير کان پڇيو، ”ڇا، اوهان جي نظر ۾ اهو هر ڪو اديب ترقي-پسند آهي جنهن جو آزاديءَ جي جدوجهد ۾ انگريز دشمن ڪردار رهيو آهي؟“

سجاد ظهير جواب ڏنو، ”مان ٻانيان ٿو ته آزاديءَ جي جدوجهد ۾ اهو اديب يا ٻيو ڪوئي شخص جنهن جو ڪردار انگريز دشمن رهيو آهي، ترقي پسند آهي.“

ان تي سوال ڪندڙ شخص چيو، ”پوءِ ٻڌوا مان فاشي قوم پرست (نئشنل فاشسٽ) آهيان. مون کي انگريز جي حڪومت لاءِ بيحد نفرت هئي ۽ ان ڪري ٻيءَ جنگ عظيم وقت مان جپان جو ايجنٽ هوس ۽ ان کي خفيه خبرون پهچائيندو هوس. جڏهن اها ڳالهه فاش ٿي، مون کي انگريز جي حڪومت پنج سال قيد ۾ رکيو. ڇا، مان اوهان جي نظر ۾ ترقي پسند آهيان؟ جي هر آزادي پسند ترقي پسند آهي ته اوهان مان مون کان وڌيڪ ترقي پسند ڪوبه نه آهي. اوهان ته انگريزن جي مخالفت رکو ايستائين ڪئي جيستائين جرمنيءَ روس تي ڪاهه نه ڪئي هئي، پر جڏهن کان اسٽالن چرچل جو اتحادي ٿيو تڏهن کان جنگ جي خاتمي تائين اوهان انگريز

حڪومت جي حمايت ڪئي."

ترقي پسند مصنفين ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. سجاد ظهير کي تقرير اڌ ۾ ختم ڪرڻي پئي، ۽ جپاني ايجنٽ مُڪ مٿي ڪري چيو، "پاڪستان اشتراڪي نه آهي ۽ نه ٿيندو."

١٩٤٧ع ۾ منهنجا ادبي دوست ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، ارجن شاد، موهن پنجابي، نارائڻ شيام ۽ ٻيا ڪيترائي يار، جن سان ڪراچيءَ ۾ ڪچهريون ٿينديون هيون، سرحد پار وڃي نڪتا هئا. ڪراچيءَ ۾ منهنجا ادبي دوست رڳو ٻه وڃي رهيا هئا. محمد ابراهيم جويو ۽ سوڀو گيانچنداڻي. منهنجو ڪلاس فيلو ۽ منهنجو ۽ نارائڻ شيام جو گهرو يار شيخ عبدالرزاق راز ڪراچي ڇڏي وڃي سکر ميونسپالٽيءَ جو چيف آفيسر ٿيو هو. ان دور جي عظيم سنڌي دانشور حشو ڪيولراماڻيءَ کي ملڪ بدر ڪيو ويو هو، ۽ مان ۽ منهنجو پنجابي دوست مُونس حشوءَ جي ڇڏي ويل فليٽ ۾ رهندا هياسين. اها فليٽ سنڌ لاڪاليج جي پرسان هئي ۽ ان جي پٺيان ٿهيل ماڙيءَ جي هڪ فليٽ ۾ ظهور نظر پنهنجي ماءُ سان گڏ رهندو هو ۽ هن وٽ هن جو دوست جاويد قمر به اڪثر رهيو پيو هوندو هو. ٻنهي سان منهنجي واقفيت مونس ڪرائي هئي. ظهور نظر ملتان جو هو ۽ ان وقت به اردوءَ جو جوش و خروش وارو ترقي پسند شاعر هو. (ان دور ۾ اردو ادب تي ترقي پسندن جو غلبو هو ۽ مون کي ياد آهي ته ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ ڪرايل هڪ مشاعري ۾ ٻڌندڙن، ترقي پسند شاعرن کان سواءِ، ٻئي ڪنهن به شاعر کي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو هو.) ظهور نظر مون کان ٿورو عمر ۾ وڏو هو ۽ چاڪاڻ جو اسان جا آدرش لڳ ڀڳ ساڳيا هوندا هئا، ٻنهي جي اردو ادب ۽ خاص ڪري اردوءَ جي ترقي پسند ادب ۾ گهري دلچسپي هوندي هئي، ۽ اسان تمام ٿوري عرصي ۾ گهرا يار ٿي ويا هياسين. انهن ڏينهن ۾ ظهور نظر پنهنجي سموري موڙي ٿي سؤ رپيا سيڙائي، جاويد قمر سان گڏجي هفتيوار رسالو 'پيڪار' ڪڍيو، جنهن جي سرورق تي هن ۽ جاويد قمر پنهنجو گڏ نڪتل فوٽو

ڇاپيو. جنهن ادبي حلقن ۾ هن جي شهرت ڦهلائي ('پيڪار' جو فقط هڪ شمارو نڪتو جو ظهور نظر ڪيئي مهينا وڪڻندو/ ورهائيندو وتيو.) هڪ پيري ظهور نظر ۽ منهنجي پئي دوست ڪامريڊ اشرف (جو اردوءَ جو نقاد هو ۽ بقول خود فيض احمد فيض کي ٻه ڪوڪا ڏيڇ بيئر جا ۽ جوش مليح آباديءَ کي هڪ ڪوڪو اسڪاچ وسڪيءَ جو هندستان ۾ پيئاريو هئائين ۽ سجاد ظهير جي پڻاءُ ۽ اردوءَ جي مشهور ترقي پسند شاعر مجاز لکنويءَ جو گهرو يار هو ۽ مجاز کي ٽري جون ڪيئي بوتلون پيئارڻ کان پوءِ مئخاني جي ديوار سان سر ٽڪرائيندو ۽ پنهنجو نظم پڙهندو ڏٺو هئائين.) پاڻ ۾ صلاح ڪري، انجمن ترقي پسند مصنفين ڪراچي جو بنياد رکيو، ۽ ظهور نظر کي ان جو سيڪريٽري بڻايو ويو. جي مون پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي، ته اشرف ۽ ظهور نظر جي باري ۾ ڪيئي صفحا لکندس، ڇو ته ٻنهي جو اردو ادب ۾ پاينده مقام آهي: پر هن وقت جنهن واقعي جو مان ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو، ان کي مد نظر رکي، مان هنن جي ڪردار، گفتار ۽ پاڻ سان گڏ گذاريل وقت جو ذڪر فقط ايترو ئي موزون سمجهان ٿو جيترو ان واقعي سان تعلق رکي ٿو.

ان وقت ظهور نظر، جاويد قمر ۽ مان ٽيئي ڪنوارا هياسين. ظهور نظر جي ڇهڇ سائي تصور ۾ ڪيئي طوطيون آڏامنديون هيون. هو روز مون کي نوان ناٽا وٺي ساڳي ڪهاڻي ٻڌائيندو هو ته فلاڻي ڇوڪريءَ جي هٿ ۾ 'پيڪار' جو شمارو هيو ۽ جڏهن مان ۽ جاويد قمر هن جي پرسان لنگهياسين ته هن ساهيڙيءَ کي اشارو ڪري چيو 'اهي ٿا وڃن پيڪار جا مدير!' ۽ پوءِ اسان هن جي گهر تائين هن جي ڪڍ وياسين ۽ هن گهر ۾ اندر وڃڻ کان اڳ منهن ورائي، اسان ڏانهن ڏسي، مرڪيو. سڀاڻي تو کي هن جو گهر ڏيکاريندس.

ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ منهنجو واسطو هندو ڇوڪرين

سان پيو ھو، جي مون سان گڏ پڙھنديون ھيون يا پروفيسر پنجوانيءَ جي ناھيل 'سنڌي سرڪل' ۾ اينديون ھيون ۽ ورھاڱي کان پوءِ وچي سرحد پار نڪتيون ھيون. ھا، ھڪ مسلمان شاعره به ڪاليج ۾ پڙھندي ھئي، جا منھنجن خطن 'پنھل کان پوءِ' جي ھيروئن آھي، پر ان وقت ھوءَ شادي ڪري چڪي ھئي. منھنجي زندگيءَ ۾ جنسي تشنگي ايتري ھئي، جو ظھور نظر جا افسانا جن کي مون ڪڏھن به حقيقت نه سمجھيو ھو، مون کي لذت ڏيندا ھئا ۽ مون ڪڏھن به ھن کي ڪنھن ڳالھ تي نه ٽوڪيو ھو. ھڪ ڀيري مان اٽڪل ڏھين بجي صبح جو ھن جي گھر ويس ته ھن جي ماءُ مون کي چيو ته "ظھور ۽ جاويد اڃان تائين اندرئين ڪمري ۾ ستا پيا آھن." مان ھميشه وانگر صبح جو پنجين بجي سائيڪل تي ڪلفٽن ويو ھوس ۽ تازيءَ ھوا ۾ سمنڊ جي ڪناري تي ٻه اڍائي ڪلاڪ چڪر ڏئي موٽيو ھوس ۽ پوءِ ٻنھي سھنجي ناشتو ڪيو ھيم. مون کي ھي ٻئي نحوست. وڌا ڏسي چڙ آئي ۽ مون ٻنھي کي بوٽ سان ٺوڪر ھڻي اٿاريو. ظھور نظر چرڪ ڀري اٿيو ۽ اکيون مھٽيندي چيائين، "يار، اڄا ھاڻي اک جھپڪي ھئي ته اڃي ننڊ ڦٽائي اٿئي." پوءِ مون کي ٻانھن کان جھلي اشارو ڪيائين ته مان فرش تي ھن جي ڀرسان ويھان. مان ويٺس ته ھن رازدارانه انداز ۾ چيو، "ڪجھ ڏينھن کان عصمت چغتائيءَ جي ڀيڻ پر واري فليٽ ۾ اچي رھي آھي. رات ھن سان دير تائين ادبي گفتگو ٿيندي رھي، ان ڪري دير سان ننڊ آئي ھئي."

"ھت تيري ڪي"، مون ڪاوڙجي، ڀريون ڀيرو ھن کي ٽوڪيو، "سڀائي چوندين ته عصمت چغتائي پاڻ اچي پر واريءَ فليٽ ۾ رھي آھي، ورجينا وولف اچي رھي آھي، ايملي برانٽ اچي رھي آھي ۽ پنھنجو ناول 'ودرنگ ھائيٽس' (Wuthering Hights) لکي رھي آھي!" ظھور نظر مون

ڏانهن حيرت مان ڏسي چيو، ”اڙي، توکي اعتبار نه ٿو اچي. چڱو هل ته توکي هن وٽ وٺي هلان؛ ڇاڻ ته هو هن وٽ ئي ٿا بيٺون.“

پوءِ جاويد قمر کي اتي ڇڏي، ظهور نظر مون کي سامهون واريءَ فليٽ وٽ وٺي آيو ۽ ان جو در کڙڪايائين. در کليو، ته مون ڏٺو ته در جي ناڪن پنيان لٽڪيل پردو لڏي رهيو هو. اسان اندر وياسين ته ڪمري ۾ ڪوبه ڪونه هو. ظهور ان ڪمري سان لڳ ٻئي ڪمري ۾ ويو ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ موٽي آيو ۽ چيائين، ”ويهه ڇاڻ اچي ٿي.“

”عصمت بمبئيءَ ۾ ڏاڍي خوش آهي، شاهد لطيف سان شادي ڪئي اٿائين“، ظهور نظر اهڙيءَ بي تڪلفيءَ سان چيو ڄڻ عصمت چغتائيءَ يا شاهد لطيف جي خاندان سان هن جي خاندان جا ستن پيڙهين کان تعلقات هئا. ڪجهه دير کان پوءِ هو پر واري ڪمري ۾ ويو ۽ ڪان جي ٽري ۾ ڇانهه جي ڪيٽلي ۽ ٻه ڪوپ کڻي آيو. اسان ڇانهه پيتي ته پوءِ هن چيو ته ”هل ته هلون“ ۽ پوءِ پر واري ڪمري ڏانهن ڏسي چيائين، ”چڱو اسان وڃون ٿا. جي عصمت ڏانهن خط لکين ته هن کي منهنجا سلام لکجانءِ. مان پانيان ٿو ته هن وٽ ’پيڪار‘ جو شمارو پهچي ويو هوندو.“

اندران ڪوئي جواب نه آيو.

ٻاهر نڪري، مون کي ظهور نظر چيو، ”بيٽا، تون به ڇا ياد ڪندين، عصمت چغتائيءَ جي ڀيڻ توکي ڇاءِ پياري آهي.“

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اردوءَ جو مشهور ترقي پسند شاعر سردار جعفري هندستان مان ڪراچيءَ جي مختصر دوري تي آيو. انجمن ترقي پسند مصنفين هن جو شايان شان استقبال ڪيو ۽ برنس گارڊن ۾ هڪ ادبي نشست رکي جنهن ۾ ڪيئي اردوءَ جا اديب ۽ شاعر آيا. نشست کان اڳ ڪامريڊ اشرف منهنجو، ظهور نظر جو ۽ ٻين ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن

جو سردار جعفريءَ سان تعارف ڪرايو. سردار جعفري شڪل صورت جو وجيھ ۽ با اثر شخصيت جو مالڪ نظر آيو. تقرير ڪندي هن علامه اقبال تي به ڳالهايو ۽ هن جي شاعريءَ تي هيگل، نتشي، فشتي (Fishte) وغيره جي جرمن فلسفي جي اثر جو ذڪر ڪجهه اهڙيءَ ريت ڪيو، جو سامعين مان هڪ شخص، جو علامه اقبال ۽ سردار جعفريءَ ٻنهيءَ جو مداح ٿي نظر آيو، هن جو ڌيان علامه اقبال جي ڪارل مارڪس تي لکيل سٽ 'نيست پيغمبر و ليڪن در بغل دارد ڪتاب' ۽ لينن جي ٻراني 'اٿهو ميري دنيا ڪي غريبون ڪو جڳادو' ڏانهن ڇڪايو ۽ پنهنجيءَ راءِ ڪي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ فيض احمد فيض جو علامه اقبال تي لکيل نظم پڙهي ٻڌايو جو 'نقش فرياديءَ' ۾ شايع ٿي چڪو هو. سردار جعفريءَ هن سان اتفاق نه ڪيو، جنهن تي هو رنج سان سردار جعفريءَ کي ڏسي خاموش ٿي ويو. مون کي ائين نظر آيو ته يا ته سردار جعفري پاڪستان جي حقيقت نه سمجهي سگهيو هو يا چاهي واٽي ان کي سمجهڻ کان انڪار ٿي ڪيائين.

نشست ختم ٿي ته ظهور نظر سردار جعفريءَ کي چيو ته عصمت چغتائيءَ جي پيڻ هن کي چانهه تي مدعو ڪيو، آهي. پوءِ ظهور نظر مون کي، اشرف، ۽ هڪڙي ٻئي اديب کي به چانهه جي دعوت ڏني، جنهن جو نالو مون کان وسري ويو آهي. ان تي سردار جعفريءَ هن کي باقي رهيل اديبن کي به دعوت ڏيڻ لاءِ چيو. پر ظهور نظر ائين ڪرڻ کان اهو چئي مجبوري ڏيکاري ته "فليٽ ۾ ايترن ماڻهن کي ويهارڻ لاءِ ڪافي جاءِ نه آهي." اهو ٻڌي ڪيترائي ترقي پسند اديب، جي سردار جعفريءَ جا مداح ٿي ڏٺا، مايوس ٿي، هن کان موڪلائي هليا ويا. پوءِ اسان سڀئي ڳالهائيندا فليٽ تي پهتاسين. ظهور نظر فليٽ جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي، در کليو، در جي پٺيان تنگيل پردو لڏيو ۽ اسان ڪمري ۾ اندر وياسين

۽ ڪمري ۾ ڪوئي نظر نہ آيو. ظهور نظر اسان کي ڪمري ۾ وڃايل دريءَ تـي ويهڻ لاءِ چيو. دريءَ تـي ويهي سردار جعفريءَ ظهور نظر کان پڇيو، ”ياڻي، عصمت جـي ڀيڻ ڪٿي آهي؟“ ظهور نظر جواب ڏنو، ”هوءَ پر واري ڪمري ۾ اوهان لاءِ چانهہ ٺاهي رهي آهي.“ ان تي سردار جعفريءَ چيو، ”ياڻي، هن کي چئو تہ ٻهرين مهمانن سان ملي، چانهہ پلي پوءِ ٺاهي.“ ظهور نظر ٻئي ڪمري ۾ وڃي ڪجهہ ديرکان پوءِ موٽي آيو ۽ چيائين تہ، ”هن معذرت پيش ڪئي آهي. دراصل هوءَ پردو ڪندي آهي ۽ غير مرد جي سامهون نہ ايندي آهي.“ ان تي سردار جعفريءَ چيو تہ، ”پوءِ بهتر ٿيندو تہ مان هتان هليو وڃان.“ ۽ ائين چئي هو اٿڻ لڳو تہ ظهور نظر هن جي ڪلهن تي ٻنهي هٿن سان زور ڏئي هن کي فرش تي ويهاري ڇڏيو ۽ چيو تہ، ”چانهہ پي وڃو.“ مجبور ٿي، سردار جعفري ويهي رهيو. خاموشي جيئن پوءِ ڏيئن ڀاري ٿيندي وئي ۽ پوسات ڪان ٻاهر نڪرڻ لاءِ سردار جعفريءَ چيو، ”حيرت آهـي ’لحاف‘ جي مصنف جي ڀيڻ پردو ڪندي آهي!“

ڪجهہ ديـر کان پوءِ ظهور نظر اندر ويـو ۽ ساڳيءَ ڪان جي ٽري تـي چانهہ جي ڪٽلي ۽ ڪوپ کڻي آيو ۽ چانهہ ٺاهڻ لڳو.

اوچتو سردار جعفريءَ چيو، ”ڀيڻ، ٻاهر اچ! اسان ڪي غير تہ نہ آهيون؛ اچ پاڻ اچي چانهہ ٺاهہ!“

اندران ڪوبہ جواب نہ آيو. مون ماحول جي بيچساڻيءَ ٽارڻ لاءِ سردار جعفريءَ کـي چيو، ”سردار صاحب! جي هن کي تنهنجي منهن پوڏو هجي ها تہ پاڪستان ڇو اچي ها!“ ان تي هو کلي ويٺو. ٻيا بہ کليا. مون سمجهيو تہ اندران بہ ڪوئي ٽهڪ ايندو پر ڪوئي ٽهڪ نہ آيو.

مون کي اچ تائين پڪ نہ آهي تہ ان فليٽ ۾ عصمت چغتائيءَ جي ڀيڻ رهندي هئي يا ٻي ڪائي عورت رهندي هئي.

ڪٿي ائين ته نه آهي ته اها فليٽ خالي هئي ۽ ان جو اندريون دروازو ظهور نظر جي فليٽ ۾ کلندو هو ۽ ظهور نظر کي چانهه هن جي ماءُ نه ڏيندي هئي ۽ عصمت چغتائيءَ جي پيءُ واريءَ فليٽ جو دروازو جاويد قمر ڪولي لڪي ويندو هو!●

هڪ ڀيري ڪراچيءَ جي ايڪسيلشر هوٽل ۾ آل پاڪستان رائيٽرس گلڊ جي ميٽنگ جي صدارت ڪري، هال مان ٻاهر نڪتو هوس، ته قرأة العين حيدر سان ملاقات ٿي، جا به ميٽنگ ۾ موجود رهي هئي. نه ڄاڻان مون کي ڪهڙيءَ ڪٿيءَ ڪنيو جو مون هن کي چيو، ”قرأة العين مان چاهيان ٿو ته تنهنجي ناولٽ ’سيتا هرن‘ جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو وڃي؛ اهو پهريون اردوءَ جو ناول آهي جنهن کي سنڌ جو پس منظر آهي.“

”گهڻا پئسا ڏيندين؟ گهڻا پئسا ڏيندين؟“ هن پنهنجي هٿ سان اشارو ڪندي اُردوءَ ۾ چيو.

مون هن ڏانهن ڏٺو ۽ پانواڻي ڪاڍي، قطب مينار ڏانهن ڦهڪو ڏئي هيٺ ڪريس.

ھٻڪندي، مون هن کي جواب ڏنو، ”قرأةالعين! مان ’آگ کا دريا‘ جي مصنفہ جي قيمت ته ڪٿي نه ٿو سگهان، تون پنهنجي قيمت پاڻ ٻڌاءِ، مان ادا ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.“

”وري شرارت!“ هن ھلڪڙائيءَ سان چيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ مون چرو چاتيءَ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ۽ قرأةالعين کي شڪ جو فائدو ڏنو. اسان رائيٽرس گلڊ جي ميٽنگن ۾ ”ڪاپي رائيٽ قانون“ تي ڪافي بحث ڪري، گورنمينٽ کي موڪلڻ لاءِ مسودو ٺاهيو هو، ۽ بحث جي دوران اديبن بار بار شڪايت ڪئي هئي ته ناشر هنن جو معاوضو کائي ٿا وڃن. شايد ان بحث جو اثر اڃا قرأةالعين تي هو، جڏهن مون هن کي ’سيتا هرن‘ جي ترجمي لاءِ چيو هو! ●

سال ۱۹۶۳ع ۾ مان دهليءَ ۾ ڪنهن هوٽل ۾ ٺرسيل هوس. هڪ ڏينهن مان پنهنجن ڪجهه دوستن سان تاج محل گهمي، موٽي دهليءَ آيس، ته هوٽل جي ڪمري ۾ ميز تي سجاد ظهير جو ڪارڊ رکيو هو ۽ ان جي پرسان سنڌو سماج جي سيڪريٽريءَ شيام ڀاڳيا جي چٺي رکي هئي. شيام ڀاڳيا لکيو هو ته سجاد ظهير مون سان ملڻ آيو هو ۽ منهنجي نه هجڻ سبب موٽي ويو هو ۽ شيام کي چٺي ڏيو ويو هو ته هو مون کان ملاقات لاءِ وقت وٺي، کيس اطلاع ڏئي. ساڳئي ڏينهن شيام ڀاڳيا مون وٽ آيو ۽ ساڳي ڳالهه ڪيائين، جا هن چٺيءَ ۾ لکي هئي. مون شيام کي چيو، ”اهائي وڏي ڳالهه آهي ته سجاد ظهير پاڻ مون وٽ آيو هو. ٻيهر هن کي تڪليف ڏيڻ مناسب نه آهي. مان پاڻ هن وٽ هلندس. اوهان هن کان ملاقات لاءِ وقت وٺو.“

شيام ڀاڳيا سجاد ظهير سان وقت طي ڪري، مون کي ۽ رشيد ڀٽيءَ کي سجاد ظهير جي پاءُ جي بنگلي تي وٺي هليو، جو غالباً ان وقت نهرو ڪئبينيٽ ۾ هو. بنگلي جي لان تي سجاد ظهير، رضيه، سجاد ظهير ۽ مشهور هندستاني اديب ملڪ راج آنند ويٺا هئا. اچا سجاد ظهير منهنجو پنهنجيءَ رفيقه حيات رضيه ۽ ملڪ راج آنند سان تعارف مس ڪرايو ته ملڪ راج آنند مون کان پڇيو، ”اوهان بمبئيءَ مان ٿا اچو؟“

مون جواب ڏنو، ”هائو.“

ان تي ملڪ راج آنند وري پڇيو، ”ڪيرت ٻاٻاڻي اوهان جو دوست هوندو؟“

”هائو، منهنجو پراڻو دوست آهي،“ مون جواب ڏنو.

ان تي هن چيو، ”پر هو مون کي رايلٽي ڇو نه ٿو ڏئي؟ اوهان ڏٺو هوندو ته هن منهنجو ڪتاب ’ڪولي‘ سنڌيءَ ۾

منهنجيءَ اجازت کان سواءِ ترجمو ڪري ڇپايو آهي. بهتر آهي ته اوهان هن کي اطلاع ڏيو ته مون کي يڪدم رايلٽي ادا ڪري، نه ته ان لاءِ مون کي عدالت جو در ڪڙڪائڻو پوندو."

مان پهرين ته هڪو ٻڪو ٿي ويس پر پوءِ ڪاوڙ آئي ۽ دل ۾ چيم، "ڪيرت ته ڏاڍو پڙهيل ماڻهو آهي. هن دنيا ڀر جي ترقي پسند ادب جو مطالعو ڪيو آهي. نه ڄاڻان هن ٻيا هزارين ناول ڇڏي، 'ڪولي' جو ترجمو ڇالاءِ ڪيو!"

مون سجاد ظهير ڏانهن ڏٺو. هو پيلو ٿي ويو هو. جواب ۾ مون ملڪ راج آنند کي چيو، "بمبئيءَ موٽي ويندس ته هن کي چوندس."

جڏهن هنن کان موڪلائي، اسان موٽي رهيا هئاسين، مون رشيد ڀٽيءَ کي چيو، "ڀٽي! ڏک جي ڳالهه آهي. سنڌي اديبن کي ڪتاب ڇپائڻ لاءِ پيٽ تي پٿر ٻڌڻا پوي ٿا. ڇا اهو ڪافي نه آهي، جو هي انهن کان رايلٽي طلب ڪري رهيو آهي."

سال ۱۹٦۴ع ۾ مان، ابراهيم جويو، جمال ابڙو ۽ رشيد ڀٽي جيپ ۾ نگر پارڪر کان ڪجهه پنڌ تي پن-چڪي ڏسڻ ٿي وياسين. رستي تي هڪ ويڙهي اڳيان ڊرائيور جيپ بيهاري، ته لوڙهي جي ڳليءَ مان هڪ ريباڙڻ نڪري آئي. پورو ولائتي ون، ڳچ هيٺيان گورو پيٽ، ڏونٽ تائين عاج جي ٻڪي، گورا ڏورا، ڪنن ۾ ڏرگلا، مٿن ۾ جهيرٽا، ڇم ڇم ڪندي وڄ وانگر وراڪو ڏنائين. ڊرائيور هن کي نياپو ڏئي، جيپ اڳتي هلائي. منهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪيئي خوبصورت عورتون آيون هيون پر اهڙي ڪابه نه آئي هئي، جا اوپري هوندي به ڪن پل ۾ ائين دل تي نقش ٿي وئي هجي.

ان کي ڪيئي سال گذري ويا، پر هن جي ياد منهنجي دل ۾ تازه رهي.

ڪافي وقت پوءِ، مان ارينا سان ماسڪو جي پيڪنگ هوٽل جي ڪمري ۾ روسي شئمپين پي رهيو هوس ۽ هن کي چتائي ڏسي رهيو هوس — ساڳيو نڪ سڪ، ساڳيون ون واس، گوريون ٻانهون، گوريون پنيون، گوري ڳچي جنهن مان ڇڻ شئمپين نظر ٿي آيو، ۽ فراڪ، جنهن جي هيٺان جوڙ جا ڪڇا سنگ هئا جن کي ٿر ۾ 'آيو' چيو ويندو آهي!

مون هن کي ٿر جو مٺيون حادثو ٻڌائيندي چيو، "تون مون کي ملٺي هئينءَ نه ته تنهنجي هڪ جهلڪ منهنجي من ۾ ايترا سال اٽڪي نه بيهي ها."

"اوهان مشرقي سپ وهمي آهيو." ارينا مرڪندي وراڻيو، "آخر تون به ته مون کي مليو آهين. مون ته تنهنجي جهلڪ ڪٿي نه ڏٺي هئي!" ●

توهان ڇوين ٿو ته وڪالت جو ادب سان ڇا؟ علامه اقبال بئرسٽر هو پر وڪالت نه ڪيائين. فاني بدايونيءَ کي وڪالت راس نه آئي ۽ رڳو هن جي مفلسيءَ هن جي شاعريءَ کي ياس آميز بڻايو. توهان ته ڪامياب وڪيل آهيو، وڪالت توهانجي ادبي تخليق لاءِ ڪارآمد ڪيئن ٿيندي؟

مان جواب ۾ پنهنجيءَ ذاتي ڊائريءَ مان هيٺيون نوٽ پيش ڪيان ٿو. منهنجيءَ ڊائريءَ ۾ اهڙا ڪيئي نوٽ آهن:-

هن کي خاڪي وردي ڪفن کان وڌيڪ ڪنبائيندي آهي. ٿاڻو گهاڻو آهي، جو پوئين رت ڦڙي چوسي ٿو وٺي. پوليس ان لاءِ نه آهي ته پوري جاچ ڪري ۽ انصاف لاءِ پاڻ پتوڙي. خون ٿيو، ڌاڙو لڳو، رن ڀڄي يا زوريءَ ڪنهي وئي، ڪنهن جي پونگيءَ کي ٻاهه ڏني وئي يا مال جي چوري ڪئي وئي- فرياد پوءِ لکي وينديي، پهرين ٿاڻي منشيءَ/جمعدار/صوبيدار کي رشوت ڏيڻي پوندي. فرياد توڙي سچي هجي، فرياديءَ کي گهر ۾ کجهه هجي نه هجي، گهه ڳئو وڪڻي، پاڙو اوڙو پٽي، قرض پڪو ڪڻي، ڪٿان به آڻي، پر ويڍي ڏئي ضرور. پوءِ پوليس واردات تي ايندي ته ڳوٺ ۾ ٽاڪوڙو پوندو. اڃا دانست نامون ڏي نه ڏهندو ۽ لاش تڏي تي ڏي پيو هوندو، ته همراهه ڇيلو پائيندا. آخر ڪامورو ڪڙو، مشهور مڙو ايندو ته ٻوڙ ماني ته کائيندو، لکهڻ تي ڪاروايون ته نه ڪيون ويندون آهن! نه رنيءَ جا ڳوڙها سڪا، نه چوري ٻار کي آٿت ڏني وئي، هر ڪوئي اوطاق جي چنبڦوڪ ۾ لڳي ويو آهي. آخر ٿاڻي جا عملدار آيا آهن، آجيان ته لهڻائون! ڪيڪر، ڪنگهڪار، آڻي وئي جو

آدرياءُ، پنهنجو پٽ، آفيسر جو ڪَٽُو – هرڪوئي اُنهن مڙني آيو آهي ڇڙ ڪنهن کي ٻه موتيءَ فوتيءَ جو ڪوئي خيال ڏي نه آهي. سڀرنهن جي ڇانو ۾ جمعدار فوتيءَ جي ڏکن جو مشير- نامون ناهي رهيو آهي ۽ صوبيدار سوچي رهيو آهي ته 'جوابدار سڀئي آسامي آهن، ويهه ٽيهه هزار وهي ويندا؛ اڳيئين خون ۾ ٻه ڊي. ايس. پي. باهه ٽي ويو هو ته حساب پورو نه مليو آهي. هن ڀيري نوٽن جون ٿهيون ڏسي ڏري پوندو.'

ٿوريءَ دير کان پوءِ ماني اچي ٿي. کٽ تي بافتي جا ڇريل دسترخوان وڇايا وڃن ٿا. جن تي الله ۽ محمد جا نالا لکيل آهن ۽ ان تي صوبيدار لاءِ اڌاريون آنڌل ڇيڻيءَ جون پليٽون ۽ ٻين لاءِ جست جا وٽا ۽ پيس جون پنڊيون رکيون وڃن ٿيون ۽ هرڪنهن کي حيثيت آهر گڙيون ۽ ريهو ڏنو وڃي ٿو. رت ڳڙنديون آڱريون گيهه ڳڙنديون مانيون ڀڃائي موڪلين ٿيون ۽ هر اوڳرائيءَ تي بسم الله جي صدا بلند ٿئي ٿي. آخر اهوئي ته آهي جنهن روز ازل تي هرڪنهن جو مقسوم لکيو آهي، هرڪنهن جي رزق جو ذمو کنيو آهي! هو ڀيرادو نديءَ جي ميڪ کي ڇنڊڪو ڏئي ڪڍي رهيو آهي ۽ ان کي زور سان چوسي شڪر الحمدالله چئي رهيو آهي.

ماني پوري ٿئي ٿي، ته هرڪوئي لسيءَ جا ٻه گلاس پئي ٿو. ڍائي پيٽ تي، لسيءَ جي گهوراٽ ننڊ کي نينڊ ڏئي ٿي، ۽ هرڪو اوٻاسيون ڏئي، ڇپري هيٺان سمهي پوي ٿو. فقط هڪڙو سپاهي، ٻيل گاڏيءَ تي لاش رکائي، صوبيدار کان ليٽر وٺي، فوتيءَ جي پاءُ سان گڏ اسپتال ڏانهن روانو ٿيو آهي.

مٿان اونهاري جو سج ازل جي اک وانگر ٻري رهيو آهي ۽ هيٺان ڀسڙ مان ٻيل گاڏي چنگهندي چيڪندي وڃي رهي آهي ۽ ان تي هڪ بيڪفن، بيوطن لاش آهي، جو جيئري به مئو هو ۽ مئي به مئو آهي– ڪٿي ڪٿي ڪنڍيءَ جي ڇڊي ڇانو هوا کي هلڪڙيون ٿڦون هڻي رهي آهي، نه ته

سچو ڏڳ اُنت ۽ اُپس آهي. هاڻي لاش ڪنو ٿي رهيو آهي ۽ سپاهي ان جي ٻڌانس ڪان ٻچڻ لاءِ منهن تي پٽڪي جو پلئه ڏئي رهيو آهي. اوچتو هو فوتيءَ جي ڀاءُ کي چوي ٿو، "سچ ۾ سڙون به اسان، خرچي به اسان کي نه ملي." فوتيءَ جو ڀاءُ اهو ٻڌي، مونن مان منهن ڪڍي ٿو ۽ پڳ جي پلو مان ڪجهه رپيا ڇوڙي هن کي ڏئي ٿو. سپاهيءَ کي اُنت گهٽبي نظر اچي ٿي. نيٺ اسپتال به اچي ٿي. ڪمپائونڊر چار ڏوڪڙ وٺي، لاش اسٽريچر تي ڪڍائي، حادثاتي وارڊ ڏانهن نئي ٿو. پوءِ ڪمپائونڊر ۽ سپاهيءَ جي وچ ۾ سس پس ٿئي ٿي. لاش ڇيربو ته گرميءَ ۾ رجهي ويندو. وڏ ڪپ نه ڪئي وڃي ۽ پوسٽ مارٽم وارو فارم ائين ئي ڀربو وڃي. قانون، اخلاق ۽ ذميداريءَ تي بحث ٿئي ٿو ۽ نيٺ ڪجهه ڊاڪٽر، ڪجهه ڪمپائونڊر کي رشوت ڏني وڃي ٿي ۽ لاش نئون سنئون موٽي ملي ٿو ۽ بنا پوسٽ مارٽم جي پوسٽ مارٽم نوٽ ڏاهيا وڃن ٿا.

هوڏانهن صوبيدار لانڊيءَ جي ڇانو ۾ پاسا ورائي رهيو آهي ۽ فريادي هن کي وڃڻو هئي رهيو آهي. هن جو مٿو ويهاڻي جي گرميءَ ۾ پگهرجي ويو آهي ۽ هن جي تن ۾ ٿڪاءُ آهي. هو ننڊ ۾ ان جو ڪوٺيءَ جهڙو منهن ڏسي رهيو آهي، جنهن جي مڙس کي خون ۾ جهليو هئائين ۽ جا ٿاڻي تي سڏڪا ڀري رني هئي. اوچتو سوسيءَ جي شلوار جو اڳٺ ڇڙي نانگ ٻڌجي وڃي ٿو ۽ هوا ۾ ٽپو ڏئي ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ بدلجي وڃي ٿو ۽ ڦندي ۾ هن جو مڙس لڙڪي رهيو آهي، جنهن جي ڪڍ هن رت لڳل ڪهاڙي لاٿي هئي ۽ جنهن کي مارڪٽ ڪري هن مئجسٽريٽ وٽ پاس ڏياري هئي. هو، جو بي قصور هو، تنهن ڦاسيءَ جي سزا کاڌي هئي. هن رشوت کاڌي هئي، هن ڦاسي کاڌي هئي! عجيب کاڌو آهي هن ديس جو! پر هو ڪير هو؟ ڪير؟ ڪيئي ڦاسي کائي ويا، ڪيئن ڇٽجي، هو ڪير هو! هن لاءِ انسان نه، آهي، فريادي آهي يا

جوابدار آهي، سٺيي آسامي آهي يا اٺيي، ڏنيرو آهي، جهينگو آهي، ڪيڪڙو آهي جو هن جي ڪکيءَ جي ڪاريءَ ۾ پنهنجا چلر ڇڏي وڃي ٿو. هو ڪير هوندو آهي، جو عدالت جي پڃري ۾ چپ وانگر هوندو آهي ۽ جنهن کي سرڪاري وڪيل ڪارو جهو پاڻي ڪنهن پوپي وانگر ڏسندو آهي ۽ جنهن جي سڀول سرير کي هو ٻڌو ٻيمڪٺو جج پنهنجي اوچيءَ ڪرسيءَ تان ڪرپ سان ڏسندو آهي؟ هو ٻي ڏوهه آهي پر پوءِ پ-پ-ڪ جي قلم ۳۰۲ جو ڏوهي آهي ۽ ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ لڙڪي رهيو آهي.

نند ۾ صوبيدار جي اکين مان ڳوڙها ٽپڪي رهيا آهن ۽ وچٿي جي جهلڪي تي هن جي اکين ۾ ٽڌاڻ پيدا ڪري رهيا آهن.

نند! تون هر ڪنهن لاءِ ساڳي نه آهين. تو ڪٽدي ۽ ڪانئر کي ڪڏهن به معاف نه ڪيو آهي. تو وٽ هن جو جوڳو ڪيتو موجود آهي. تنهنجو هر سپنو هن لاءِ ڦٽڪار آهي، ڦٽڪو آهي جو هن کي لڇائيندو رهندو آهي؛ پر هي تنهنجو ياهُ، هي موت ته سڀ کي معاف ڪيو ڇڏي!

لڙيءَ ۾ پهريءَ جو هن کي جاڳ ٿئي ٿي. هو اوباسيون ڏئي اٿي ٿو. اڇا لڪ لڳي رهي آهي. ڪانوَ ڪانگيرن مان ٻاهر نه نڪتا آهن. لانديءَ ۾ هڪ ڪُجليءَ هاٿو، ڪنگيءَ وتو ڪتو پنهنجن ڇچڙن تي ڳُرڪي رهيو آهي. ڪَجيءَ جي ڇوتيءَ مٿان هڪ هِل ڪمڪرائيون ڪري رهي آهي. هو ڪتي کي 'هل' چئي، ڪٽ تان اٿي ٿو ۽ پرسان رکيل ٺڪر جي ڪوُنري مان منهن تي ڇنڊا هڻي ٿو. صاحب کي سنڀرندو ڏسي، عملو به تيار ٿئي ٿو. رات جوابدارن جي ڳوٺ ۾ ڊاپو ڪرڻو آهي.

جڏهن جي ڳالهه آهي تڏهن آرتوار موڪل جو ڏينهن هوندو هو ۽ ان ڪري ڇنڇر شام جو سکر جا وڪيل گهڻو ڪري آفيس بند رکندا هئا. انهن مان ڪي شام جو سئنيما تي ويندا هئا ۽ ڪي جمخانه ڪلب ۾ وسڪي پيئندا هئا يا رمي يا برج کيڏندا هئا. سياري ۾ مان ٻه ٻهري ۽ جي ماني کائي، ڪار ۾ باگڙجي ۽ هليو ويندو هوس. باگڙجي سکر کان اٺ ميل پري آهي ۽ ان جي پير ۾ ٻيلو آهي. ڪار بند تي روڪي مان ٻيلي ۾ گهمڻ هليو ويندو هوس. ٻيلي ۾ مون کي عجيب سڪون ملندو آهي ۽ پکي پکڻ، وڻ ٽڻ، ڍوري ناري سان قربت جو احساس ٿيندو آهي. مون سدائين محسوس ڪيو آهي ته مون کي مارڪس کان ٿارو وڌيڪ ويجهو رهيو آهي، ۽ انقلابن، خونريزين ۽ طبقاتي جهاد لاء رغبت جا مون ۾ پنهنجي ماحول سان نفرت پيدا ڪئي آهي، دراصل منهنجي فطرت سان عين مطابقت نه ٿي رکي. مان ڪنهن وڻ کي ايتري ۽ سڪ سان ٻاڪر پائيندو آهيان جيتري ۽ سڪ سان ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ سان ڪراچي جيل ۾ پاتو هيم، ۽ ٻيلي ۾ ڪاٺ ڪٽي کي ٻير جو ڏار ٽڪيندو ڏسندو آهيان ته مون کي نارائڻ شيام 'هيڪڙو' لکندو نظر ايندو آهي. جديد ٽيڪنالاجي ۽ جي پيداوار مون تي ڪوئي جادو ۽ جو اثر نه ڪندي آهي ۽ مان صنعتي ترقي ۽ ڪي "جديد سهوليتون" ڪوئي نظرانداز ڪري ڇڏيندو آهيان. ناظم حڪمت سان محبت جي باوجود، هن ۾ ۽ مون ۾ اهو فرق آهي ته هي ۽ پراسرار ڪائنات مون لاء ڪنهن به شپ يارڊ يا اسٽيل مل کان وڌيڪ پرڪشش ۽ بامعني هوندي آهي، ۽ مان ان جي ڪنهن به راز کي افشا ڪرڻ جي نه ڪوشش ڪندو آهيان ۽ نه پاڻ ۾ اهڙي صلاحيت پائيندو آهيان، ۽ ان کي، جيئن به آهي، پنهنجي حسن ۽ حيرت.

آفريني ۽ سان، انهن ئي ڏسي لطف اندوز ٿيندو آهيان. مون کي مفڪر جو دماغ آهي يہ يا نہ، پر هڪ مصور جي دل ضرور آهي.

باڳڙجي ۽ جي ٻيلي ۾ مـان چور چڪار جي پؤ کان گولين سان ڀريل روالور کڻي ويندو هوس. دڳ تي ٻيلي جي ٺيڪيدارن جا مقرر ڪيل چوڪيدار، جي ڪانهن جي چوڪڙين تي پهرو ڏيندا هئا، مون کي سڃاڻي ويـا هئا، ۽ منهنجي طلب تي مون کي چانهہ چڪي ٺاهي ڏيندا هئا. ڪنڊين ۽ ٻيرن جي وڻن هيٺان، سياري جي لڙي ۽ ۾ ڦيراٽيون ڪاٽيندڙ. سيرنهن جي سڪل ڦرين ۽ وڻن جي ڇٽيل ٻڻن جي وچ ۾ ويهي، جڏهن چوڪيدار سڪل ٽارين کي باهہ ڏئي، چانهہ جي ديڳڙي ان تي رکندا هئا، تڏهن بـاهہ جـون چڻگون هـوا ۾ ٽانڊاڻن وانگر اڏامنديون هيون، ۽ ٻريل ٽارين مان نڪتل اگر انهن شاعرن جي اکين وانگر دهڪندا هئا جن کان صديون مون کي جدا نہ ڪري سگهيون آهن ۽ جي جڻ مون سان ٻيلي ۾ گڏ هوندا هئا ۽ مان پنهنجي چانهہ جي پيالي هوا ۾ مٿي ڪري، رس خان يا روحل فقير يا ٻئي ڪنهن پراڻي يـار جي نالي توسٽ ڪري پيئندو هوس.

باڳڙجي ٻيلي جي اندر هڪ وڏو ڍورو آهي جو شفق جي پاڇاون ۾ مون کي انگريز مصور ڪانسٽيبل (Constable) جي تصويرن جي ياد ڏياريندو آهي. سياري ۾ ان ڍوري تـي سوين پرڏيهي پکي اچي لهندا آهن، آڙيون، هنجرون، نيرگيون، ڊگوش، ٻڏڙا، چيڪلا، ٻوڻاڙ، ڦاراول، لنگها، ٽوڏايا وغيره. مان انهن پکين کي اکير سان ڏسندو هوس ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن جي نالي تي سوچي، مون کي سنڌي ٻولي ۽ جي قدامت ۽ وسعت تي پيار ايندو هو. لنگهي پکي ۽ تـي اهو نالو ان ڪري پيو هو، جو هو اٺڻ مهل دهل وانگر 'ڊب ڊب' ڪندو آهي. ڊگوش ڳاڙهي رنگ جو وڏو پکي ٿئي ۽ ان کي ڏسي الاجي ڇو مون

کي شولوخوف جي ياد ايندي هئي. شايد ان ڪري ته هو بين کان وڏو هوندو آهي، رنگ جو ڳاڙهو هوندو آهي ۽ ٻگوش جي پڇاڙيءَ ۽ شولوخوف جي اڳياڙيءَ ۾ شين جو اکر آهي. اهو سبب به ٿي سگهي ٿو ته ٻئي روسي آهن، ٻگوش سائبيريا جو ۽ شولوخوف قازقستان جو.

پکين وانگر مون کي مڇين سان به محبت هوندي آهي ۽ مهاڻن سان انهن جي باري ۾ ڳالهائيندي نه ٿڪبو آهيان؛ مان ننڍو هوندو هوس ته ٻيڙيءَ تي چڙهي، زنده پير ويندو هوس ۽ ميربحرن کان پلن، ڏنيرن ۽ ٻين مڇين جي باري ۾ پڇائون ڪندو هوس. مون کي اڃا تائين ياد آهي ته انهن ڏينهن ۾ مون کي هڪ ميربحر ٻڌايو هو ته پلو واري ۽ ڏنيرو ڪڪ کائيندو آهي ۽ چرڪا، سينگاري-ون ۽ ڪڳا شڪاري مڇيون آهن. مان وڪيل ڇو ٿيس ۽ آمريڪي ناول نويس جان اسٽينبيڪ (John Steinbeck) وانگر بحري حياتيات (Marine Biology) جو ماهر ڇو نه ٿيس، اهو قصو ڪنهن ٻئي وقت بيان ڪندس. سائنس سان مون کي چڙ نه آهي، دراصل مون کي ان سان بيحد محبت آهي. مون شاعريءَ ۽ سائنس ۾ ائين تضاد محسوس نه ڪيو آهي جيئن ليونارڊو دوانسيءَ مصوريءَ ۽ سائنس ۾ تضاد محسوس نه ڪيو هو. ها، پر مان ليونارڊو وانگر سائنسدان نه آهيان ۽ هن جي نالي کي وچ ۾ آڻي بيجا انانيت جو مرتڪب ٿيو آهيان (اها ٻي ڳالهه آهي ته مان پنهنجا ڪي شعر مونالزا سان بخوبي ڀيٽي سگهان ٿو.) سائنس سان محبت جي باوجود مون کي سائنس جي انهي هر مداح تي چڙ آهي، جو دهلاريءَ وانگر ڏونڪي جي چوٽ تي چوندو آهي ته سائنس ڪائنات جي هر اسرار کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي اهل آهي.

مان ڀانيان ٿو ته ڳالهه ڏگهي ٿي وئي آهي، دراصل مون کي چوڻو اهو هو ته منهنجي فطرت جي هر مظهر سان محبت آهي، پوءِ اهي وڻ هجن، پکي هجن، ڍنڍون ڍورا، درياءَ

يا سمنڊ هجن يا انهن ۾ پلندڙ مڇيون ۽ پيدا ٿيندڙ گاهه هجن. سمنڊ جي ڏيئن ۽ ڊورن ۾ ٿيندڙ گاهه - ڏيئر، ٽوپ، ڪل، ٽڙ، ڪاراندو، پهي، پٽ، پرڙ وغيره - جو پتو پتو مونکي پيارو لڳندو آهي ۽ مونکي ائين محسوس ٿيندو آهي ته گاهه کي به پکيءَ وانگر ساهه آهي. مون ته ايستائين محسوس ڪيو آهي ته پاڻيءَ کي به ساهه آهي ۽ ڪڏهن اڳين يوناني فلسفين وانگر مون پاڻيءَ کي ئي شين جي اصل حقيقت سمجهيو آهي. هڪ ڀيري مان استنبول ۾ باسفورس سمنڊ جي ڪناري تي ٺهيل شيراٽن هوٽل ۾ ترسيل هيس. هوٽل ۾ هر ڪمري کي هڪ شيشي جي ديوار هئي جنهن مان باسفورس جو منظر نظر پئي آيو؛ جنهن تي ڪيئي پاڻيءَ جا جهاز بيٺا هئا. هڪ ڏينهن ٻنپهرڪي جو مون شيشي واري ديوار تان پردا هٽايا ته سامهون باسفورس جي ٿڌڙي تصوير نظر آئي. آهستي باک ڦٽندي وئي ۽ جهازن جا سڙهه ۽ ٿوهه آسمان جي پس منظر ۾ نظر اچڻ لڳا ۽ باک جا ڳاڙها شعاع پاڻيءَ تي پيا جو پرڏي رات وڇايل چادر وانگر لهرائڻ لڳو. نه ڄاڻان ته رات جو پيتل ترڪي شراب راڪيءَ جو اثر هو (ڀر مان پاڻيان ٿو ته ائين نه هو)، مونکي ائين محسوس ٿيو ته باسفورس مان سيلاب ايري رهيو آهي، چوڌاري پرليءَ جو پاڻي آهي، شيراٽن هوٽل به پاڻيءَ سان پاڻي ٿي ويو آهي ۽ مان پاڻ پاڻيءَ جو هڪ قطرو آهيان ۽ چوڌاري بحر بيڪران آهي جنهن ۾ ڌرتي ۽ آسمان ٻئي ٻڏي هڪ ٿي ويا آهن. مان پاڻيان ٿو ته هندستاني ويدانتيءَ سوامي رام تيرٿ به ساڳي ڪيفيت محسوس ڪئي هوندي جنهن وقت هن ”تون به لهر، مان به لهر“ چئي جمنا ۾ ٽپو ڏنو هو ۽ ان سان هڪ ٿي ويو هو.

ماڻهوءَ جو من به ڏاڍو چنچل ٿئي ٿو. پل ۾ هيتي پل ۾ هيتي. مون ڳالهه شروع ڪئي باگڙجيءَ سان ۽ وڃي پهتو آهيان باسفورس تي. سو جنهن ڏينهن جي مون ڳالهه ٿي ڪئي، ان ڏينهن مان

ٻيلي ۾ ڍوري جو ڪنارو ڏئي، ڪافي اڳتي نڪري ويو هوس. اتفاق سان ان ڏينهن مون کي ڪانئن جي چوڪڙين تي ڪوئي چوڪيدار نظر نه آيو. چوڌاري چپ چپات هئي. اوچتو بندوقن جا ٺڪاءُ ٿيا. مون ڏٺو ته هوا مان پنج نيرڳيون ڦٿڪو ڏئي پاڻيءَ ۾ ڪريون. مان وڻ جو پاسو ڏئي بيٺم ته ڪافي دور چار همراهه بندوقون جهلي بيٺا هئا. انهن مان هڪڙي بندوق پر تي رکي، ٻر مان چاقو ڪڍي ڪوليو ۽ پاڻيءَ ۾ گهڙيو. ٿوريءَ دير ۾ هو پنج ئي پکي ڪڍي آيو جن مان ٽي فير سان مري چڪا هئا ۽ ٻه زخمي ٿي ڦٿڪي رهيا هئا. هن انهن ٻن کي چاقوءَ سان سير ڏني. بندوق سان ماريل ته هونءَ ئي حلال ليکيو ويندو آهي. بندوق جي ٺڪاءُ تي ڪيترائي پکي اڏامي ويا هئا، ۽ آسمان ۾ رڙيو رڙ پئجي وئي هئي پر ٿوريءَ دير کان پوءِ ڍوري تي وري بلڪل سانت ڇانئجي وئي. مان ڀانيان ٿو ته هابيل جي قتل کان پوءِ قابيل به چوڌاري اهڙي سانت محسوس ڪئي هوندي. دير نه گذري ته وري هڪ ولر ڍوري تي اڏامندو آيو. پر تي بيٺل همراهن مان ٻن ڄڻن ان تي فير ڪيا. پنج ڇهه پکي پاڻيءَ ۾ ڪري پيا. چاقو وارو همراه پنهنجيءَ سٿڻ جا پاچا گهنجي، گوڏي پر پاڻيءَ ۾ گهڙيو ۽ 'لپڙڪ لپڙڪ' ڪندو اهي پکي ٻه ٻه پاڻيءَ مان ڪڍي آيو. مون ڏٺو ته انهن پکين ۾ هڪڙو شولوخوف هيو، منهنجو مطلب آهي ته هڪ ٻگوش هيو. وري سانت ڇانئجي وئي، وري ٻيا ولر آيا. وري فير ٿيا، وري پکي پاڻيءَ ۾ ڪريا، ڪي فير سان مري ويا ۽ ڪن کي پڪڙي چاقوءَ سان سير ڏني وئي. آخر ۾ هنن وڻن تي ويٺل ڏهه پندرنهن 'ڪوڪڙات' ماريا جن جو گوشت لوڻ وارو ۽ بيمزي ٿيندو آهي ۽ انهن کي ڪوئي به شوق سان کائيندو نه آهي. جڏهن رات ٿي ۽ وڻ ٽڻ اونده ۾ ڍڪجي ويا، مان وڻ جي اوٽ مان نڪري شڪارين کان اٽڪل ويهن قدمن تي ٻي وڻ جي

اوٿ ڏئي بيٺس. هنن سڪل ٽاريون ميڙي مچ ٻاريو ۽ ٻه پکي لوهه جي سيخ ۾ وجهي انهن کي مچ تي سجهي ڪرڻ لڳا. هڪ همراهه وسڪيءَ جي بوتل کولي ۽ گلاسن ۾ هڪ هڪ پيگ وجهي پاڻي ملايو ۽ پوءِ هرڪنهن ٻي تي ڏيک پيتا. ايتري ۾ چاقو واري همراهه ڪوڪڙات ڪٽي پري اڇلايا ۽ چيائين ته ”اڄ سؤ کن پکي ماريا آهن، اهي ڪافي آهن، ڪوڪڙات ڪير کائيندو! مان پانيان ٿو ته ڪوڪڙات جو گوشت حرام آهي.“ سڀني هن سان اتفاق ڪيو. پوءِ چاقوءَ واري همراه ڊگوش کي ٽنگن کان جهلي ابتو لٽڪايو. باهه جي روشنيءَ ۾ هن جو انقلابي رنگ هونءَ کان به وڌيڪ ڳاڙهو نظر آيو. پوءِ هو ڊگوش جا ڪنپ ڪپي هن کي چاقوءَ سان چيرڻ لڳو.

اوچتو مون کان رهيو نه، ويو. مون روالور جون ٻه گوليون شڪارين طرف هلايون جي هنن کان ٿورو دور ڪنديءَ جي ٿڙ ۾ لڳيون. چاقوءَ واري همراهه جي هٿ مان ڊگوش ۽ چاقو ٻئي وڃي پٽ تي پيا ۽ هن جا ٻيا ساٿي به چرڪ ڀري، ٽپو ڏئي اٿيا. مون ساڳي وقت وحشي چيخ ڪري چيو ”ظالمو!“ شڪارين مان هڪڙي رڙ ڪئي ”ڏاڙيل!“ ”ڏاڙيل!“ ”ڏاڙيل!“ باقي ٽئي به رڙيون ڪيون. مون هڪ گولي وڌيڪ هلائي ته هو شڪار ڇڏي وٺي ڀڳا.

تنهن کان پوءِ مون باقي چار گوليون به هلايون ۽ هر گولي فير ڪرڻ کان اڳ رڙ ڪري چيو ”ظالمو!“........ ”ظالمو! ظالمو! ظالمو!“ جي رڙين سان جهنگ گونجي اٿيو. هو سڀئي ڊوڙندا اونده ۾ گم ٿي ويا. مون سوچيو ته مون ته هنن کي جيئرو ڇڏائي ڪيڏو آهي پر رستي تي جيڪڏهن ڪنهن سوڙ هنن کي وڃ هڻي هنن جا آنڊا ڪڍي وڌا يا هنن کي ناڻگ کاڌو ته مون کي افسوس نه ٿيندو ڇو ته هو خوني هئا. مون افسوس سان باهه جي روشنيءَ ۾ ڏٺم پندرهن مٿل ڪوڪڙات ڏٺا جن جو گوشت ڪوئي به نه کائيندو آهي. پوءِ

مون ٻاهه جي پرسان ڪريل ٻڪرِ ڪي ڪٺي جهول ۾ جهليو ۽ چيو ته ”شولوخوف! جي هي وري تنهنجي شڪار تي آيا ته هنن کي سڌو ڇاتيءَ ۾ گولي هڻندس.“

پوءِ مون منهن مٿي ڪري آسمان ڏانهن ڏٺو. ان جي سيني تي چنڊ ٿائٽ وانگر لڙڪي رهيو هو. زندگيءَ جي تجربن منهنجيءَ سوچ ۾ گهڻي ڦيرگهير آندي هئي. جيئن اهو واقعو اڄ به ڪجهه سال اڳي ٿئي ها ته مان اهو ٿائٽ زور سان ڇني، آسمان جي منهن ۾ هڻان ها. ●

———

ٿارو– آمريڪا جو فطرت پرست اديب.
جان اسٽينبڪ – آمريڪا جو نوبل انعام يافته ناول نويس.

مان رومانيا جي مصور مائڪلو باراباس* جي تصوير "سالستيءَ جا جابلو ڪسان مارڪيٽ جي رستي تي"** ڏسي رهيو هوس. اها اصل تصوير بداپيسٽ ۾ آهي پر ان جو آنارو (Replica) بخارسٽ ۾ آهي. تصوير ۾ نظر اچي رهيو آهي ته ’وڻن جي جهڳٽن ۾ ويندڙ هڪ عورت ٽٽوءَ تي سوار آهي ۽ ٻيءَ چانورڙي ۾ ڏاڍو ڪيو آهي ۽ پنڊيءَ مان ڪجهه ڪڍي رهي آهي؛ هڪ ڳڪو ۽ ڏينڊڙو هاري ٽٽوءَ جي واڳ جهلي بيٺو آهي ۽ ان تي سوار وينگس ڪي ڪجهه چئي رهيو آهي ۽ ٻيو هاري جنهن کي سينٽ پال جهڙي ڏاڙهي آهي ۽ جنهن کي ڦندڻ سان ٽوپي پئي آهي، ڳڪي هاريءَ ڏانهن ڪن ڏئي، هن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. هارين ۽ هارياڻين پٺيان ڪنڌيءَ جهڙا گهاٽا وڻ آهن. تصوير ۾ ڪسان فطري مناظر جو اڻوٽ انگ لڳن ٿا.‘

مٿين تصوير ڏسي، منهنجين اکين اڳيان هڪ ٻي تصوير ابري اچي ٿي—

(ان ڪي ڪيئي سال ٿيا. منهنجي مرحوم پيءُ سٺ جريب زمين چڏي هئي جا اسان جو نلو پلو سهارو هوندي هئي. فصل تيار ٿيندو هو ته منهنجو ڪمدار، مون کي پنهنجي گهوڙي تي سوار ڪري، انهيءَ تي وٺي ويندو هو ۽ هڪ ڦيري—)

فضا ۾ ڪوريئڙي جي ڄار واري چپ چپات آهي. مان گهوڙي تي هڪ سڪل واهه مان وڃي رهيو آهيان. منهنجو ڪمدار، جنهن کي مينديءَ لڳل چاپٽين ڏاڙهي آهي، مون سان

---

* Miklo Barabas, 1810-1890

** Mountain peasants of Saliste on way to Market.

نوٽ:- سالستي رومانيا جي هڪ وستي آهي.

گڏ پيدل هلي رهيو آهي. ڪنديءَ جون سگريون منهنجي مٿي کي لڳن ٿيون ته هڪ پورو تنر هوا ۾ اڏامي ٿو ۽ هن جا پر هوا کي قئنچيءَ وانگر ڪترن ٿا. سياري جي هوا ۾ ڏرتيءَ تي ڪريل سڪل پنن تي سنهن جي چيڙاٽ جو آواز اچي ٿو. سامهون هڪ گڏو هاري اچي ٿو، ڪمدار سان حالي حوالي ٿئي ٿو؛ هن سان گڏ هن جي ڪڙي نڙي وڏور ڏيءَ آهي جنهن جي گهگهي ۾ آرهه ائين ڏيکاري ڏئي رهيا آهن چڻ ڪنهن ڳوتريءَ ۾ ٻه جيئرا جانور بند آهن. هو هر ڳالهه تي 'خدا خير ڪندو' چئي رهيو آهي. هن جو سارو مذهب خوف تي مبني آهي. ائين ٿو لڳي چڻ هن کي سرديءَ، بيريءَ، موت کان خوف اچي رهيو آهي ۽ ان تي هن پنهنجو ايمان اوني لوئيءَ وانگر ويڙهي ڇڏيو آهي.

اڳتي وڌون ٿا ته هڪ ڪرڙوڙ هاري ملي ٿو. هن کي ڇڏي، ته ڪچي ڏاڙهي آهي. هو ڪاوڙ ۾ آهي، ڇو ته عدالت هن جي فرياد خارج ڪري ڇڏي آهي. هو ڏند ڪرٽي ٿو ته هن جون هڻيون ۽ مٺيون مهاڙيون جنڊ جي ٻن پڙن وانگر هڪٻئي سان رگڙجن ٿيون ۽ پوءِ چوي ٿو، 'پٽلو' پراڻا نه ٿيندا آهن'. گهوڙي کي ايندو ڏسي جهنگ ڪڪڙ ٿهي ٿي ۽ ان جي ڻاهه تي ٻه هد هد اڏامي وڃن ٿا.

سڪل واهه جي پرسان ٻني آهي جنهن تي ٻاجهريءَ جا سنگ ڪنهن بوجريءَ ٻليءَ جي پڇيءَ وانگر لڳي رهيا آهن. ڳپل پنڌ اڳتي وڃون ٿا ته ٽيون هاري ملي ٿو. هن جي ڏاڙهي ڪوڙيل آهي، ڪارا شهپر وٺيل آهن ۽ مٿي تي اهر ڏنل اجرڪ جو ڦندڻ مور ٽڪيءَ وانگر ٽڙيل آهي. هن جي ڪهاڙيءَ جو ڦر سج جي ڪرڻن ۾ تجلا ڏئي رهيو آهي. (ڪهاڙيءَ جي ڦر جون ٻئي واڇون اجايل لڳي رهيون آهن ۽ اچا رت نه چکي اٿائون).

هو به ڪمدار سان حالي حوالي ٿئي ٿو. هو سرڪت

سان ملاقات لاءِ سنبريل آهي. منهنجو ڪمدار ٻه سير سواد ڪندو آهي ۽ چوندو آهي، ”سائين، مڙس رڳو گهمڻ نه ويندا آهن، گهمڻ گهتڻ ويندا آهن.“

ائين اڳتي وڌندا رهون ٿا. پپل جي ٽاريءَ کي ٽڪيندڙ ڪاٺ ڪٽو، هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ٽاريءَ ۾ چهنب هڻي ٿو، ڄڻ ڪنهن جي امانت ۾ خيانت ڪري رهيو آهي ۽ پوءِ گهوڙي سوار کي ايندو ڏسي، ڦڙڪو ڏئي آڏامي وڃي ٿو. ائين ماڻهو ملن ٿا، رنگا رنگ پکيئڙا اڏامي وڃن ٿا ۽ سڄ ڪهاڙيءَ سان ڪنهن ڪاريءَ جي لٺل منڍيءَ وانگر ڦيرائيون کائيندو هيٺ وڃي ٿو ۽ سڪل واهه ۾ سانجهي ٿي وڃي ٿي— سڪل واهه، جنهن ۾ بيٺل پاڻيءَ جي ايتري ڇر به نه آهي جو ان ۾ ڪوئي ڪرندڙ پن ڇر پر پيدا ڪري سگهي.

مان سوچان ٿو ته جي مان مصور هجان ها ته، ڪيتريون نه تصويرون ڪڍي سگهان ها! ڇا مان پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ ايتريون تصويرون ڪڍي سگهان ٿو؟ ●

مون سوريئلي آرٽ تي ڳالهائيندي، پنهنجي دوست حمايت علي شاعر کي چيو، ”مون سوريئلي مصور سلوڊار ڊاليءَ (Salvador Dali) جي ڇپيل ڊائريءَ ۾ هڪ هنڌ پڙهيو هو— ”نه، ڇاڪاڻ ته هي هوٽل جا بيرا منهنجي پلوٽ ۾ ٽريل ڪيڪڙي جي بدران رڌل ٽيليفون ڇو نه ٿا ڪٺي اچن!“

ڊالي جو اسپين ۾ ڄاڄو نپنو هو، مٿيون ڊائريءَ جي اشاعت وقت آمريڪا جو شهري هو ۽ ديوانگي هن جو ڏنڌو ٿي چڪي هئي. هن جي هر تصوير جنهن جو موضوع پنهنجي تحت الشعور جو اظهار هو ۽ جنهن جو شعوري فهم، جي ناممڪن نه هو ته به نهايت مشڪل هو، لکين ڊالرن ۾ وڪامندي هئي.

مون هن جي ڊائريءَ ۾ مٿيون جملو پڙهي سوچيو هو ته جي مون کي به ساڳيو لڙهو اچي ته مان جهڪر هيئن لکان—

”هڪ ٽنبورو ڪنڌيءَ جو خواب لهي رهيو آهي.“

يا

”طوفان اچي رهيو آهي.

درياهه پنهنجي آرڪيسٽرا تيار رکي آهي.“

ان تي حمايت علي شاعر چيو، ”پر تنهنجي ڳالهه ۽ ڊاليءَ جي ڳالهه ۾ ڪهڙي مشابهت آهي!“

”ڪائي به نه،“ مون جواب ڏنو، ”ان کي ئي سوريئلي آرٽ چيو آهي. ها، اسان ٻنهي ۾ هڪ ڳالهه ساڳي آهي ته آرٽ ذريعو آهي، مقصد نه آهي جيتوڻيڪ مقصد ٻنهي جا مختلف آهن.“ ●

تاريخ حالات جي منطقي رشتي کي بي‌پرواهيءَ سان ڏسندي آهي پر تاريخ نويس ماضيءَ تي گهري نظر رکندو آهي ته حالات ۾ منطقي رشتو ليئي پوندو آهي.

ٻي جنگ عظيم کان ڪجهه وقت اڳ مون ڀيريون پيرو مرحوم لطف الله بدويءَ کي شڪارپور ۾ هاٿيءَ در لڳ هڪ ڇاپ خاني ۾ ڏٺو هو. ان وقت هو هڪ مختصر حلقي اڳيان مجدد ۽ مجتهد ۾ فرق تي پنهنجي خيالات جو اظهار ڪري رهيو هو ۽ هن جي گفتگوءَ ۾ مجدد الف ثاني، شاهه ولي الله، سيد احمد بريلوي، شاهه اسماعيل شهيد، سر سيد، مولانا حالي، علامه اقبال وغيره جا نالا باربار پئي آيا. ڪنهن وقت هن اسلم جيراجپوري ۽ چوڌري پرويز جا حوالا به پئي ڏنا ۽ اسد ملتانيءَ ۽ ظفر علي خان جا شعر به پئي پڙهيا. اها ساري گفتگو اسلامي احيا جي داري ۾ هئي. ان کان اڳ مون مرحوم لطف الله بدويءَ جا رڳو ڪجهه نظم ۽ گيت سندو رسالي ۾ پڙهيا هئا ۽ شڪارپور جي حلقن ۾ اهو تاثر هو ته لطف الله بدوي ۽ ڪيئلداس فاني شڪارپور جا ٻه چوٽيءَ جا شاعر هئا، جيتوڻيڪ بدوي صاحب فانيءَ کي نيم شاعر سمجهندو هو.

ٻي جنگ عظيم شروع ٿي چڪي هئي ته منهنجي لطف الله بدويءَ جي وڏي فرزند احسان بدويءَ ۽ هن جي رشتيدار لعل محمد لعل سان دوستي ٿي وئي. (احسان بدوي پوءِ ڪراچيءَ ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر ٿيو جتي هن رحلت ڪري ويو.)

فقير غلام علي مسرور ؛ ، (جنهن جو ڪتاب 'مسدس مسرور' اسان ڪاليج ۾ درسي ڪتاب طور پڙهندا هئاسين) لطف الله بدوي جو قريبي رشتيدار هو ۽ مان پانيان ٿو ته انهن ڏينهن ۾ هن سرڪاري نوڪريءَ مان رٽائر ڪيو هو ۽ هاٿي

در ڪان ڪجھہ پنڌ تي گوشہ نشينيءَ جي زندگي بسر ڪندو هو. مان احسان بدويءَ ۽ لعل محمد سان گڏجي ڪڏهن ڪڏهن هن وٽ ايندو هوس. مسرور فقير جي صورت ۽ سيرت ٻئي ليائيندڙ هيون، هو تصوف جي صاف ستري هوا ۾ ساهہ کڻندو هو، موسيقيءَ سان گهرو لڳاءُ رکندو هو ۽ ستار ڏاڍي چڱي وڄائيندو هو. جنهن وقت هو ستار تي پنهنجون گوريون چٽيون آڱريون رکندو هو تہ مون کي ائين لڳندو هو تہ ستار جي تارن مان رابيل جا گل ڦٽي پوندا. هڪ ڀيري اسان آرهڙ جي گرميءَ ۾ هن جي اوطاق ني وياسين تہ هو اڳ ئي ستار هلائي رهيو هو ۽ جڏهن هن ستار هلائي بس ڪئي تہ مون ائين محسوس ڪيو تہ اونهاري جو ڏينهن هڪ تازي سنگتري وانگر ڪچجي ٻہ اڌ ٿي پيو هو، جنهن جو ميٺاج ۽ تازگي شام تائين منهنجي روح کي فرحت ڏيندي رهي.

مرحوم لطف الله بدوي ڪنهن وقت جوڳي تخلص ڪندو هو، يڪتاري تي صوفيانہ ڪلام ڳائيندو هو ۽ خير محمد صوفيءَ جي ڪلام سان هن کي خاص رغبت هوندي هئي. مان يارنهن ٻارهن سالن جو هوس تہ مون هن جو هڪ گيت 'وري ڪوڪ ڪويل آها ڪوڪ پياري' سنڌو رسالي ۾ پڙهيو هو جو مون کي ايترو تہ وڻيو هو جو مون کي اهو پورو گيت ياد ٿي ويو هو (ڪجھہ وقت پوءِ ڪنهن پراڻي اردو رسالي ۾ ڪنهن اردو شاعر جو گيت پڙهيو هوم جنهن جي هڪ سٽ 'وهي ڪوڪ ڪوئل وهي ڪوڪ پياري' مون کي اڃا تائين ياد آهي.) مان جڏهن احسان بدويءَ ۽ لعل محمد سان گڏجي لطف الله بدويءَ وٽ ويو هوس تڏهن هو جوڳي تخلص ڇڏي، بدوي تخلص اختيار ڪري چڪو هو. ان ڏينهن هن اسان سان علامہ اقبال جي ڪتابن، اسرار خودي، رموز بيخودي ۽ ارمغان حجاز تي گفتگو ڪئي هئي ۽ اسرار خودي ۽ رموز بيخودي جي تتبع تي پاڻ جيڪا مثنوي فارسيءَ ۾

لکي هئائين، اسان کي پڙهي ٻڌائي هئائين. مون ائين محسوس
ڪيو هو ته جنهن وقت مرحوم زير اضافت ۽ همزهٔ اضافت
جو استعمال ٿي ڪيو، هن جي فارسي شعر جو وزن ٺٺي ٿي
پيو. مرحوم لطف الله بدويءَ ۾ خود داري خود پرستيءَ جي
حد تائين موجود هوندي هئي. شهر ۾ هن کي هرڪوئي سجاڳ‍ندو
هو ۽ جينٽوئيٽڪ ائين نه ٿو چئي سگهجي ته ڪوئي هن سان
محبت ڪندو هو پر هن جي عزت ضرور ڪئي ويندي هئي،
جيئن ڪنهن اهڙي شيءِ جي عزت ڪئي وڃي جا ماضيءَ جو
يادگار هجي ۽ جنهن جي نئين نسل کي ڇڱيءَ پرچاڻ نه هجي،
جيئن ڪنهن مينار جي يا جهوني قلعي جي يا ڪنهن مشهور
جبل جي عزت ڪئي ويندي آهي.

مرحوم لطف الله بدوي پاڻ کي مفڪر اسلام سمجهندو
هو ۽ مان ڀانيان ٿو ته اردو ڪتاب 'خون کے آنسو' جو
سنڌيءَ ۾ ترجمو به هن ئي ڪيو هو، جنهن ۾ هندستاني
مسلمانن جي سياسي ۽ اقتصادي ابتريءَ جي باري ۾ لکيو
ويو هو.

جڏهن روسي - جرمن عدم جارحيت جي معاهدي
(Russo- German Non Aggression Pact) جي خلاف ورزي
ڪري، هٽلر روس تي حملو ڪيو هو ۽ لينن گراڊ تي بم
ڪيري رهيا هئا تڏهن مرحوم لطف الله بدويءَ پنهنجو ولولي-
انگيز نظم 'لينن گراڊ تي حملو' لکيو هو جو سنڌو رسالي ۾
شايع ٿيو هو. مرحوم بدويءَ جي بين الاقوامي سياست جي
معلومات نهايت محدود هئي ۽ هن کي ترقي پسند ادب يا
سياست سان ڪا رغبت يا دلچسپي ڪانه هئي. هن کي اهو
معلوم نه هو ته روسي شاعرن سينٽ پيٽرسبرگ (لينن گراڊ) تي
پشت به پشت طبع آزمائي ڪئي هئي ۽ پشڪن پيٽر اعظم جي
انهيءَ آهني ارادي ۽ عزم جي باري ۾ لکيو هو ته نيوا
(Neva) نديءَ جي سم واري علائقي ۾ عظيم عروس البلاد ڏاهي

ويندي ۽ ان عزم جي تڪميل لاءِ نه زندگيءَ جي پرواه ڪئي ويندي، نه خرچ جي، نه سيلاب جي، نه طوفان جي، نه سرديءَ جي، نه بيماريءَ جي، نه تڪليف جي نه موت جي؛ نه هن کي اها چاڻ هئي ته دوستو وسڪي سينٽ پيٽرسبرگ کي ”تيرگي ۽ تحت السرا جو شهر ڪوٺيو هو، سم جو شهر، ڳاڙهي جسي گهوڙي سوار جو شهر، اهو شهر جو روس هو به ۽ نه به هو، جو ابد ۾ معدوم ٿي ويو ٿي، بيڪنار بحر ۾، روس جي انتها ۽ يورپ جي ابتدا جي وچ تي نظر نه ايندڙ سرحد ۾“؛ نه هن اهو پڙهيو هو ته نراجوادي بڪونن (Bakunin) جمهوريت پسند اليگزينڊر هرزن (Alexander Herzen) ليمن جو وڏو پاڳ، روسي اديب ترگنيف، چيخوف ۽ ٽالسٽاءِ، توڙي سڀ ڏي لينن گراڊ ۾ نه رهيا هئا، تڏهن بہ انهن سڀني جي روح جي تربيت لينن گراڊ ۾ ٿي هئي ۽ اتي ئي روس جا عظيم سائنسدان ۽ محقق رهيا هئا ۽ اتي ئي پاولوف (Povlov) پنهنجا (Behaviourist Psychology) ۾ تجربا ڪيا هئا؛ نه هن کي فاشزم جي نظرياتي ۽ تاريخي پس منظر جي چاڻ هئي، نه اها چاڻ هئي ته روسي-جرمن عدم جارحيت واري معاهدي ڪان اڳ استالن، روسي وزير خارجه مالوتوف ۽ جرمن وزير خارجه ربن ٽراپ جي وچ ۾ ڪي ڳالهيون ٿيون هيون ۽ ٢٤ آگسٽ ١٩٣٩ع تي دنيا صبح جي اخبارن ۾ ان معاهدي جي باري ۾ شه سرخيون پڙهي حيران ٿي وئي هئي؛ نه اها چاڻ هئي ته معاهدي کان پوءِ جڏهن روس ۽ جرمنيءَ پولنڊ تي حملو ڪيو هو تڏهن فرانس ۽ انگلنڊ جي اشتراڪين جا ذهني شيش محل ٽڙڪي، ٽڪرا ٿي ويا هئا، پر آخر هٽلر اهو وساري ڇڏيو هو ته جنگيون سياست سان کٽبيون آهن ۽ نه سينہ زوريءَ سان ۽ جڏهن ٢٢ جون ١٩٤١ع تي هٽلر ريڊيو تي روس سان جنگ جو اعلان ڪيو هو تڏهن هو نيپولين جي شڪست کي وساري چڪو هو.

مرحوم لطف الله بدوي جنهن نه رڳو Fall of Paris ناول نه پڙهيو هو پر اليا اهرنبرگ جو نالو به نه ٻڌو هو، تنهن پنهنجو عاليشان نظم 'لينن گراڊ تي حملو' ان ڪري نه لکيو هو ته هن لاءِ روسي انقلاب جي ڪائي اهميت هئي پر ان ڪري ته جنهن جرأت سان روس نازي جرمنيءَ جي حملي جو مقابلو ڪيو، اها جرأت بدويءَ جي حريت پسنديءَ جي ان تصور سان عين مطابق هئي جو هن کي علامه اقبال جي شاعريءَ ۾ نظر آيو هو. هو پان اسلامزم جو نه رڳو قائل پر مبلغ ٿي چڪو هو، جمال الدين افغاني هن جو هيرو هو ۽ هن جو مرغوب شعر هو—

درويش خدامست نه شرقي هے نه غربي
گهر ميرا نه دلي، نه صفاهان نه سمرقند

ڪجهه سال اڳ مون کي هڪ دوست ٻڌايو هو ته "لينن گراڊ تي حملو" پڙهي، سنڌ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪنهن اهم رڪن مرحوم لطف الله بدويءَ سان رابطو قائم ڪيو هو ۽ هن کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي حمايت لاءِ آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر مرحوم هن کي، اسلام ۽ علامه اقبال تي ٻه ڪلاڪ تقرير ڪرڻ کان پوءِ، اهڙي حمايت کان صاف انڪار ڪيو هو. ان تي مون پنهنجي دوست کي ايم.اين. راءِ (M.N. Roy) جي آتم ڪهاڻيءَ مان هيٺيون واقعو ٻڌايو هو—

ايم.اين. راءِ سائنسي سوشلزم (Scienetific Socialism) جو قائل هو ۽ پان اسلامزم (Pan Islamism) جي انگريز دشمنيءَ کي سياسي اهميت نه ڏيندو هو ۽ نه وري مهاتما گانڌيءَ يا سرحدي گانڌيءَ غفار خان جي آزاديءَ جي تحريڪ کي ڪائي جمهوري انقلاب جي تحريڪ سمجهندو هو. جيتوڻيڪ

ايم. اين. راءِ ان خيال جو هو تہ تاريخ مشرقي بورجوازيءَ
کان مغربي بورجوازيءَ وارو ڪردار کسي ورتو هو، تنهن ڪري
هن جو انقلاب جي ان جنم پتريءَ تي ڀروسو هو جا ڪارل
مارڪس ناهي هئي ۽ هن جو ويساهہ هو تہ بورجوازي چاهي
يا نہ چاهي، هندستان ۾ بورجوا انقلاب اچڻو هو ۽ جي ان
انقلاب جي اڳواڻي بورجوازي نہ ڪئي تہ پرولتاري قوتون
ڪنديون، لينن (Lenin) سان ڪجھہ ڳڻ ڳوت ۾ سوچ ويچار
کان پوءِ، ايم. اين. راءِ اهو طئي ڪيو تہ هندستان ۾ گانڌيءَ
جي رهنمائيءَ هيٺ هلندڙ تحريڪ جي حمايت ڪري، ان کي
انقلابي موڙ ڏنو وڃي. ان مقصد سان لينن ايم. اين. راءِ کي
Turkestan Bureau of Communist International,
جو ميمبر مقرر ڪيو ۽ هن وچ ايشيا ۾ انقلابي قوتن کي منظم
ڪرڻ لاءِ سمرقند ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. خلافت تحريڪ
جي دوران سال ١٩٢٠ع ۾، ڪي هندستاني مهاجر جي ترڪي
ڏانهن جهاد لاءِ وڃي رهيا هئا، افغان حڪومت جي پابنديءَ
جي باوجود افغان سرحد ٽپيا هئا ۽ انهن کي ترڪمانن گرفتار
ڪيو هو. سرخ فوج ترڪمانن تي حملو ڪري انهن هندستاني
مهاجرن مان اٽڪل سٺ مهاجرن کي هٿ ڪري بخارا آندو
هو جتان هنن کي تاشقند نيو ويو هو جتي هنن کي سرخ وردي
پهرائي وئي هئي ۽ سياسي فوجي تربيت ڏني وئي هئي پر هو
آخر تائين ترڪيءَ ۾ جهاد لاءِ آتا هئا ۽ هندستان ۾ جمهوري
انقلاب هنن لاءِ ڪائي اهميت نہ ٿي رکي. ايم. اين. راءِ پنهنجي
آتم ڪهاڻيءَ ۾ لکيو آهي تہ انهن مان جي تعليم يافتہ هئا،
اهي بہ سيني کان وڌيڪ ڪٽر اسلام پسند هئا ۽ هڪ آمريڪي
ڪميونسٽ، جنهن انهن مجاهدن جي تنظيم پئي ڪئي، مايوسيءَ
سان ايم. اين. راءِ کي چيو هو تہ ”اسان انقلاب جي فوج تہ
تيار نہ ڪري رهيا آهيون، خدا جي فوج تيار ڪري رهيا
آهيون.“

ٻي جنگ عظيم دوران هندستان ۾ انگريز سامراج جي خلاف زبردست تحريڪ هلي رهي هئي ۽ ان جو اثر سنڌ تي به پيو هو جيتوڻيڪ مسلمانن جي اڪثريت ان تحريڪ کان بي نياز رهي هئي ۽ انهن جي تعليم يافته طبقي کي مسلم آمه جي تصور برصغير جي تقسيم لاءِ مسلم ليگ جي قيادت ڏانهن راغب ڪيو هو. انهن ڏينهن ۾ صوفي چيتمل، پروفيسر رام پنجواڻي ۽ ٻيا ڪانگريس جا حمايتي شڪارپور آيا هئا ۽ جمائي هال ۾ اڪبر اعظم جو ڏينهن ملهائي رهيا هئا ۽ ان جي آڙ ۾ سامراج دشمن تقريرن ۾ هندو مسلم اتحاد ۽ انگريز سامراج خلاف گڏيل جدوجهد جو پرچار ڪري رهيا هئا. جلسي جي صدارت فقير غلام علي مسرور کان ڪرائي وئي هئي. مرحوم لطف الله بدوي، احسان بدوي، لعل محمد ۽ آءٌ گڏجي نڪتا هئاسين، جلسي ۾ دير سان پهتا هئاسين ۽ خالي ڪرسيون نه ملڻ سبب، پاسو وٺي بيٺا هئاسين. جلسي ۾ هندستان جو هڪ هندو مقرر به آيل هو جنهن جو نالو مون کان وسري ويو آهي پر اهو ياد آهي ته هن جو تخلص سخن هو. هن اردوءَ ۾ تقرير ڪئي هئي ۽ اهڙي لونءِ ڪانڊاريندڙ تقرير نه مون اڳ ٻڌي هئي ۽ نه اڄ تائين ٻڌي آهي. صوفي چيتمل اڪبر اعظم جي قومي يڪجهتيءَ لاءِ ڪيل ڪوششن کي ايترو ساراهيو جو چڙ هن کان اهو وسري چڪو هو ته مسلم ليگ جو نظرياتي فلسفو اڪبر اعظم کي رد ڪري چڪو آهي ۽ اورنگزيب عالمگير جي دور کي اهميت ڏئي رهيو آهي ۽ هن کي هندستان جي تقسيم جو پهريون باني سمجهي رهيو آهي ۽ مسلم ليگ جي اها نظرياتي سوچ سنڌي مسلمانن جي تعليم يافته طبقي ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪري چڪي آهي. پروفيسر پنجواڻي پنهنجو بار بار دهرايل نڪتو پيش ڪيو ته هندوءَ جي 'هه' ۽ مسلم جو 'م' گڏبا ته هم (اسان) ٿي پوندو ۽ اسان پنهنجيءَ گڏيل جدوجهد سان وطن کي آزاد ڪرائي سگهنداسين. هو اهو وساري چڪو هو ته 'م' 'هه' جو

دم چلو ٿيڻ لاءِ تيار نہ هو، پنهي ۾ ويچو حد کان وڌي چڪو هو ۽ ڪانگريس پنهي کي هڪ پليٽ فارم تي آڻڻ لاءِ ڪوبہ پنهي ڌرين لاءِ قابل قبول اقتصادي پروگرام پيش ڪري نہ سگهي هئي. آخر ۾ مسرور فقير صدارتي تقرير لاءِ اٿيو. مون هن ڏانهن ڏٺو تہ هو شاهہ بلوط جي شهتير وانگر سڌو سنئون ٿي نظر آيو ۽ هن جي ڀيٽ ۾ مرحوم لطف الله بدوي مينهن ۾ ڀڄل ٻپر جي تختي وانگر مڙي ويل ٿي لڳو. مسرور فقير نهايت مختصر تقرير ڪئي؛ هونءَ بہ سپ وٽ هڪ موتي هوندو آهي. مون کي هن جي تقرير تہ ياد نہ آهي پر هن جون اکيون ياد اچي رهيون آهن، جن کي ڏسي مون لوڪ گيت جي سٽ ”اکيون ادل جون ٻرن مشعالان“ جهونگاري هئي. صاف ۾ صاف آڏينا انسان جون اکيون ٿينديون آهن ۽ جي اهي مشعالن وانگر ٻرن تہ ڇا چئجي!

جلسو ختم ٿيو تہ سيٺي اٿي بيٺا ۽ وندي ماترم ڳائڻ شروع ڪيو ويو. ايتري ۾ مرحوم لطف الله بدويءَ اوچتو رڙ ڪري چيو، ”وندي ماترم ڪفر آهي، اوهان هڪ درويش سان دوکو ڪري هن کان جلسي جي صدارت ڪرائي آهي.“ جلسي تي چڻ وڄ ڪري ۽ ترانو وچ ۾ بند ٿي ويو. سرڳواسيءَ چيتمل مرحوم لطف الله بدوي کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”جوڳي صاحب! وندي ماترم جي تراني ۾ تہ رڳو ديس سان پيار جو ورنن ڪيل آهي. ديس سان پيار ڪفر تہ نہ آهي؟“

”صوفي چيتمل!“ مرحوم بدويءَ ٻيهر رڙ ڪري چيو ”مان جوڳي نہ آهيان، بدوي آهيان! ٻڌين ٿو مان بدوي آهيان، بدوي آهيان، بدوي آهيان! وندي ماترم سراسر ڪفر آهي، امان جلسي جو بائڪاٽ ڪيون ٿا.“

مرحوم لطف الله جي اها رڙ تہ ”مان بدوي آهيان، بدوي آهيان، بدوي آهيان“ اڄ تائين منهنجن ڪنن ۾ گونجندي رهي آهي ۽ نہ ڄاڻان ڪيستائين گونجندي رهندي!

محمد چتل 'چتل' هڪ نيم حڪيم هو ۽ جمعيت الشعرا جو ميمبر هو. مان ننڍو هوندو هوس ته هو شڪارپور ۾ لکي در تي پنهنجو سامان پٽ تي پٿاري ويهندو هو، جنهن ۾ طرح طرح جون تيل جون شيشيون ۽ طباخ رکيل هوندا هئا. ڪن طباخن ۾ تيل ۾ مئل سانڊا ۽ کمڪڙن جيڏا پهاڙي وڇون پيل هوندا هئا ۽ ڪن ۾ مختلف رنگن جا سفوف ۽ حب پيل هوندا هئا. هن سان هڪ ڇوڪرو به ساڻ هوندو هو جنهن سان 'مان عامل تون معمول' وارو ڊرامو رچائيندو هو ۽ جنهن وقت ميڙ ۾ ماڻهو گهڻا ٿيڻ لڳندا هئا، هو اردوءَ جو هيٺيون شعر پڙهندو هو—

سچائي ڇپ نهين سڪتي، بناوٽ ڪے اصولون سے
ڪه خوشبو آ نهين سڪتي ڪبهي ڪاغذ ڪے پهولون سے

۽ اهو ڏسي ته عائي ميڙ ۾ ماڻهو منجهي ويا آهن، هو تيل جون شيشيون ۽ ڪاغذ جي پڙين ۾ سفوف ۽ حب وڪڻندو هو ۽ چڱا پئسا ڪمائي ويندو هو—

انهن ڏينهن ۾ جمعيت الشعراءَ جو هڪ رسالو ”اديب سنڌ“ لاڙڪاڻي مان نڪرندو هو جنهن ۾ جمعيت جي طرحي مشاعرن ۾ پڙهيل غزلن جو انتخاب شايع ٿيندو هو ۽ ايندڙ مشاعري لاءِ مصرع طرح، ان جو قافيو ۽ رديف به ڏنل هوندا هئا. مثال طور هڪ مصرع طرح، جي رديف ”خالص“ هئي ۽ قافيه گلاب، شراب، خضاب، جلاب وغيره هئا ۽ ان جو وزن چار ڀيرا مفاعلاتن ڏنل هو ۽ وڌيڪ وضاحت لاءِ ”گلاب خالص“، ”شراب خالص“، ”خضاب خالص“، ”جلاب خالص“ وغيره قافيا ۽ رديف گڏ ڪري ڏنل هئا.

انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ نامعلوم شاعر جا شعر، جنهن جو ڪانءُ تخلص هو، وڏي طمطراق سان اديب سنڌ جي

انتخاب ۾ شايع ڪيا ويندا هئا ۽ انهن شعرن جمعيت جي حلقن ۾ ڪافي ٽرٿلو مچايو هو. ڪي چوندا هئا ته ڪانءُ نظامي آهي ۽ ڪي چوندا هئا ته ڪراچيءَ جو ٻيو ڪوئي شاعر آهي. جڏهن به جمعيت الشعرا جا ميمبر هڪٻئي سان ملندا هئا ته اهو سوال ضرور پڇندا هئا ته ”پتو پيو ڪانءُ ڪير آهي؟“

جن ڏينهن جي ڳالهه آهي تن ڏينهن ۾ مان شڪارپور ڪاليج پڙهندو هئس. هڪ ڀيري مان ريل ۾ سکر مان شڪارپور موٽي رهيو هوس. ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي چڪي هئي؛ هندوستان ۾ ريل گاڏين جو تعداد اوترو ئي هو ۽ مسافرن جو تعداد وڌي ويو هو. ٿرڊ ڪلاس جو گاڏو، جنهن ۾ مان سفر ڪري رهيو هئس، ڪچا ڪچ ڀريل هو. ويهڻ لاءِ جاءِ ڪانہ هئي، ان ڪري مان گاڏي جي در وٽ لوهي شيخ ۾ هٿ وجهي بيٺو هئس. اوچتو ٻه ڄڻا پاڻ ۾ عجيب غريب گفتگو ڪرڻ لڳا. انهن مان هڪڙو مٿينءَ سيٽ تي اوڪڙو ويٺو هو جو ڳرڙيو سڙڙيو هو ۽ ٻيو منهنجي ڀرسان بيٺو هو جو ميو متارو هو. مٽي متاري ڳرڙئي سڙڙئي کي چيو، ”تون تہ سٺي اٿين ويٺو آهين ڄڻ موسيٰ ڪوه طور تي ويٺو آهي.“ ان تي ڳرڙئي سڙڙئي ٺهہ پهہ وراڻيو، ”تون پيهہ ۾ اٿين ٿو لڳين ڄڻ فرهاد ڪوه بي ستون کوٽي رهيو آهي.“

”موسيٰ، ڪوه طور، فرهاد، ڪوه بيستون! اهي تہ جمعيت الشعرا جي مشاعرن ۾ بار بار دهرايل لفظ آهن. پڪ ئي پڪ هي ڪي لاڙڪاڻي جا شاعر آهن.“

ايتري ۾ ڳرڙئي سڙڙئي چيو، ”ڀلا ڪانوَ جو ڪو پتو پيو؟“

”نہ، ڪانءُ، عنقا ٿي ويو آهي،“ مٽي متاري جواب ڏنو.

”عنقا جمعيت الشعرا جي مشاعري ۾ بار بار دهرايل پيو لفظ!“ مون سوچيو.

هو پوءِ انهن پنهنجي لاڏلي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندا رهيا.
جڏهن ريل لکيءَ جي ريلوي اسٽيشن تي بيٺي، هنن پليٽ فارم تي لهي چانهه پيتي. ايتري ۾ هڪ عورت جا اڇي برقعي ۾ ڍڪيل هئي، پنهنجي مڙس سان گڏ ريل گاڏيءَ ۾ چڙهڻ لڳي. هن کي ڏسي ڳرڙڻي سرڙڻي چيو، ”واه تقديرا ليليٰ محمل جو پردو به نه هٽايو!“ مٺي مٺاري ڳرڙڻي سرڙڻي کي ننهن کان چونڊيءَ ناهين ڏسي هن کي سر وڻايو، ”اڪ ورائي به نه ڏنائين ته قيس فراق ۾ ڳري ڪنڊا ٿي ويو آهي.“ ان تي ڳرڙڻي سرڙڻي ٺهڪ ڏنو ته ڪنگهه ۾ ويڙهجي ويو. ڪنگهي ڪنگهي هن جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا ۽ رکي رکي چوائين، ”ڪٿي آهي اسان جو مسيحا؟“ـــ کئون، کئون، کئون ـــ ”مسيحا؟“ـــ کئون، کئون ـــ ”يار ڪوئي شربتِ ديدار به نه ٿو پيئاري!“ـــ کئون، کئون، کئون....
هڪ ڀيري جڏهن محمد چٽل عامل معمول وارو ڊرامو پورو ڪري پنهنجا تيل سفوف ۽ حب وڪڻي چڪو هو، منهنجي دوست مرحوم حبيب الله ڀٽي هن کي چيو، ”ميان محمد چٽل! ڀلا اهو ته ٻڌاءِ ته ڪاڻ ڪير آهي؟“
”ڪاڻ!“ چٽل ٽڏو ساه ڀري چيو، ”ٽيون ڏينهن لاڙڪاڻي ۾ جمعيت الشعرا جو مشاعرو هو ۽ مصر طرح غالب جي هڪ شعر جو مصرع هو ـــ

کهتے هين جس کو عشق خلل هے دماغ کا

ان مصرع طرح تي مون غزل پڙهيو هو جنهن جو مطلع هو ـــ

بابل نه يون کهے گي يه کهنا هے زاغ کا
کهتے هين جسکو عشق خلل هے دماغ کا

۽ غزل جو مقطع هو ـــ

ڈهونڈنا اسے بهوت کلاچي مين اي چهتل
ليکن ملا سراغ نه مجهکو کلاغ کا

ڪلاغ اهو ڪانءُ ئي تہ آهي جنهن جي تلاش جاري آهي.“

”ميان محمد چتل: فارسيءَ ۾ ڪلاغ تاڪرو ڪانوَ کي چوندا آهن، ڪانوَ کي زاغ چوندا آهن“، مون هن کي چيو، ”پر اوهان تہ ڪهنہ مشق شاعر آهيو، صحيح لفظ تہ ’بهت‘ آهي ۽ ’بهوت‘ اردو ۾ متروڪ ٿي چڪو آهي.“

محمد چتل، جو هر نيم حڪيم وانگر چرب زبان هو، جواب ڏنو، ”برخوردار! ’بهت‘ ۾ اها ڳالهہ ڪٿي آهي جا ’بهوت‘ ۾ آهي: ’بهوت‘ ۾ گرومندر ڪان چاڪي واڙي تائين چڪر اچي وڃن ٿا، ڪانو جي پوري تلاش سمائجي وڃي ٿي، ڪانءُ جو ڏاڍو وڏو شاعر آهي، ڪلاغ آهي، زاغ نہ آهي.“ ●

ڪامريڊ احمد منهنجو ١٩٤٥ع کان دوست آهي جڏهن اسان ايم.اين. راءِ جي ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽي (Radical democratic Party) جا ميمبر هئاسين. آزاديءَ کان ڪجهه سال پوءِ ايم.اين. راءِ پنهنجي پارٽي ختم ڪري رينيسانس (Renaissance) تحريڪ شروع ڪئي، پنهنجي آتم ڪهاڻي ۽ ٻيا ڪتاب لکيا ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ دل شڪستو ٿي ڊيرادون ۾ مري ويو. هن جي موت کان پوءِ هن جي ميڪسيڪن زال ايلن راءِ کي به ڪنهن قتل ڪري ڇڏيو. پارٽي ته هن پاڻ ئي ختم ڪري ڇڏي هئي پر هن جي تحريڪ به لڳ ڀڳ ختم ٿي وئي. پر ڪامريڊ احمد چوندو آهي ته اڃا تائين هندستان ۾ ايم.اين. راءِ جي تحريڪ جاري آهي، هن وٽ هن جا سڀ ڪتاب، ٽه ماهي رسالي مارڪسٽ رويو (Marxist Review) ۽ هفتيوار اخبار Independent India جا سڀ شمارا ۽ ٻيو تاريخي مواد ائين سنڀار لاءِ رکيل هوندو آهي جيئن گردواري ۾ گرنٿ رکيل هوندا آهن ۽ اڄ به هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پراڻن ميمبرن تي ڇوهه ڇنڊيندو آهي ۽ سٺيهه سال اڳ وارا دليل ورجائيندو آهي ته راءِ انگريز سرڪار کان پيسا وٺي ڪو غلط ڪم نه ڪيو هو. (ايم.اين. راءِ فاشزم جو وڏو دشمن هو ۽ ٻي جنگ عظيم جي دوران انگريز سرڪار هن کي ٽيرنهن هزار رپيا مهينو ڏيندي هئي ته جيئن هو نازي جرمني، اٽلي ۽ جپان خلاف پنهنجي سياسي خيالن جي اشاعت ڪري سگهي.) ڪامريڊ احمد لاءِ ايم.اين. راءِ اڃا تائين مئو نه آهي ۽ هن جي تحريڪ ئي انسان ذات جي نجات آهي، جيتوڻيڪ هندستان ۽ پاڪستان جي ڪجهه دانشورن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ايم.اين. راءِ جو نالو به معلوم نه آهي. اڄ تائين ڪجهه پاڪستاني دانشور احمد وٽ ايندا آهن ۽ هن جي

ڳالهين تي پنهنجا ولهه جهڙا هٿ سيڪيندا آهن. ها، جي مان هن سان رد ڪد ڪندو آهيان، ته هو مايوس ٿي ويندو آهي.

ڪجهه سال اڳ ديوبند جو مهاجر مرحوم محمد علي ڪاظمي مون وٽ ڪنهن مقدمي جي سلسلي ۾ آيو هو. هو حسين احمد مدني جو وڏو مداح هو ۽ هن وٽ نه فقط حسين احمد مدني جا پر ٻين ديوبندي عالمن جا به سڀ ڪتاب موجود هئا. منهنجي گهر تي هن مون کي حسين احمد مدنيءَ جو ڪتاب "اسير مالٽا" پڙهڻ لاءِ ڏنو هو ۽ پوءِ ملت جي فرق تي ڊگهي تقرير ڪري ٻڌايو هئائين ته علامه اقبال هيٺيون شعر حسين احمد مدني لاءِ چيو لکيو هو—

سرود برسر منبر که ملت از وطن است
چه بے خبر ز مقام محمد عربي است.

(منبر تي بيهي چيائين ته ملت وطن مان ٺهندي آهي، محمد عربيءَ جي مقام کان ڪهڙو نه بيخبر آهي!)

محمد علي ڪاظميءَ جي اهڙين ڳالهين ڪري سي.آءِ.ڊي هن تي ڪڙي نظر رکندي هئي. هڪ ڀيري هو منهنجي آفيس تي اوچتو آيو ۽ ايوب پل ڏانهن اشارو ڪري چيائين.

"اسير مالٽا!"

"ڇا؟" مون حيرت مان پڇيو.

"اسير مالٽا.... روهڙي،" هن وري چيو.

"مون نه سمجهيو،" مون هن کي اردوءَ ۾ چيو.

"ڀائي"، هن اردوءَ ۾ جواب ڏنو؛ "مان چوان ٿو ته حسين احمد مدنيءَ جو پٽ ڪراچيءَ وڃي رهيو آهي ۽ ريل ۾ روهڙيءَ مان اڄ لنگهڻو آهي. هن جي استقبال لاءِ هلندين؟ اسان هن جا سڀئي پيروڪار روهڙي وڃي رهيا آهيون...."

مون هن کي ڀهانو ڏيئي ٽاريو ته هو مايوس ٿي وڃڻ لڳو.

شايد هو سوچي رهيو هو تہ ”اسير مالتا“ جو پٽ روهڙيءَ
مان لنگهي رهيو آهي ۽ جنهن کي ”اسير مالتا“ جـي مطالعي
جي سعادت نصيب ٿي آهي، اهو اهڙي موقعي تـي روهڙيءَ
هلڻ کان ڪيئن ٽو لنوائي سگهي! هن جـي مايوسي مون کي
پاڪائين ڪهاڙيءَ وانگر مٿي ني لڳي. مون هن کي رڙ ڪري
چيو، ”ڪامريڊ احمد! ترس، ترس مان هلان ٿو!“

”ڪامريڊ احمد! ڇا مطلب؟“ محمد علي ڪاظمي غصي
۾ جهرندو هليو ويو.

ڪاڻي مرڪ اکين ۾ اهڙي چمڪ پيدا ڪندي آهي جيئن سج جا ڪرڻا ترورا هرڻ جي اکين ۾ پيدا ڪندا آهن. اها مرڪ مون پنهنجي بزرگ دوست ڊاڪٽر مهڪريءَ جي اکين ۾ ڏٺي آهي. هڪ ڀيري هن مون کي چيو، ”شاعر، تاريخ جو ٽيون دور شروع ٿي چڪو آهي.“

”ڊاڪٽر صاحب! ڪهڙو ٽيون دور؟“ مون حيرت مان هن کان پڇيو.

”بابا، قبل از مسيح ۽ بعد از مسيح کان پوءِ تارا مسيح جو دور“، هن جواب ڏنو. هن جي اکين ۾ ساڳي مرڪ هئي جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي.

پر مون هن جي اکين ۾ ٻي مرڪ به ڏٺي آهي جا آئيني وانگر هن جو اندر پسائيندي آهي. هو بنگلور مان هجرت ڪري آيو آهي. جنهن وقت به هن کي بنگلور جي ياد شدت سان ايندي آهي تنهن وقت هو پنهنجي مضمون جي مٿان پنهنجو فرضي نالو ”بنگلور مهڪري“ لکندو آهي. ان وقت هن جي اکين ۾ مرڪ ائين چمڪندي آهي جيئن واريامي جي ننهڙ آس ۾ سج جا ترورا هرڻ جي اکين ۾ چمڪندا آهن ۽ هو ڪنهن ترائي لاءِ واجهائيندو آهي. ●

هو ٽري چور هو پر چوريءَ جي ڳالهه اهڙي رس سان ٻڌائيندو هو جو مرزا غالب بيدل دهلوي جو ڪوئي شعر چورايو هو. * هڪ ٻيري هو سون کي پنهنجا تجربا ٻڌائي رهيو هو.

”چور ٽن قسمن جا ٿيندا آهن هڪڙا گهر جا چور ٻيا ٽر جا چور ۽ ٽيان ڏاڍا مڙس چور. ڏاڍو مڙس چور پنهنجي ڇني جي ست راڄيءَ ۾ چوري ڪونه ڪندو؛ اها ست راڄي چوڌاري ويهه ڪوهي ۾ ڦڙيل پکڙيل هوندي آهي. ڏاڍو مڙس چور پنهنجي ذات ڪان به پاسو ڪندو؛ سوڍو سوڍي جي، سمون سمي جي چوري ڪانه ڪندو. ٽر ۾ ڏاڍ مڙسي واري چوري ٿئي ڪنهن ٻليءَ اٺيءَ جي يا گهوڙي جي، جنهن جي پٺن ۾ هاڪ پئي وڃندي. ٿلهي وهٽ تي سڌ اهڙو چور نه ڪري. ٽر ۾ ڪاٽڙيا چورگهٽ ٿين جو گهر ۾ ايترو مال ڏي نه ليهي. ٻلي وهٽ تي پاڳين جو پهرو پيو هلندو، ۽ پاڳين جو وات به ڪونه رهندو ۽ ٻيا آئي وئي اڳهان واڪاڻ جا دهل وڄائيندا. چي، ”پاڻو، سنهيءَ چيلهه ۽ سنهين ٽنگن واري اٺي اها اٺيئي جو ڏاڻ جي مهارکي ٽوري چنب ڏئي، پوهه واري پئي وڃندي، پٺن جي پنڌ کي ڪائيندي دير نه ڪندي.“

ڳالهيون ڪندي هن وڏيڪ چيو، ”چور جي ذات جي

---

* بيدل دهلويءَ جو شعر آهي—

بوئي گل نالهء دل دود چراغ محفل
هرکه از بزم تو برخواست پريشان برخواست

ان تان مرزا غالب هيئن چوري ڪئي آهي—

بوئي گل نالهء دل دود چراغ محفل
جو تيري بزم سے نکلا وه پريشان نکلا

سنگت جو ور ٿئي چور سان، سو همراھ پيو وهٽ جا پار پتا هن کان پڇائيندو- ڪٿي ٿـي آنٽي ٻڌجي؟ لوڙهو ڪيڏو وڏو آهي؟ گهر جي پاسين ۾ ڪيڏي مڙسي آهـي؟ گهر ۾ ڪاتر هلائڻ جـو ڪير ڪاريگر آهي؟ گهر ۾ ڪهڙا ڪهڙا لٺڙيا مڙس آهن؟ پهرو ڪيئن ٿو هلي؟ ننڊ جو ڪچو ڪير آهي؟ وهٽ آڏو ڪٽ وجهيو گهڻا مـڙس ٿـا سمهن؟ گهٽي ڪهڙي پاسي کان آهي؟ وغيره وغيره. مهمان ٿي هڪ اڌ ڦيرو به ڪڍي ايندو، سڀ وجھ ور، گهٽ گهيڙ جاچي ايندو." هن مون ڏانهن معنيٰ ڀريل مرڪ سان ڏٺو ۽ ڳالھ جاري رکي، "گهٽ گهيڙ جاچي ايندو ته پوءِ جيڪو هن جو ويجهو يار هوندو ۽ چور به هوندو، ان سان ڪندو صلاح سٿولي- ڏاڍي مڙس چور جا راز جا سنگتي ٻه ٽين ۽ وڌ ۾ وڌ ٽي. ڪنهن ڏڙڪو يا ڪچي چور يا ڇڳ مڙسيءَ جا سندرا ٻڌي هلندڙ سان ڪونه پوندن. صلاح سٿولي ڪري، آڳـو پيڇو سوچي، پـوءِ نڪرندا پنڌ. چوري ڪرڻي هوندن ته انهيءَ کان اڳئينءَ رات، سڄي رات پنڌ ڪري ڇڪيندا؛ جڏهن وڃي ٻه ٽي ڪوھ بچندا، تڏهن اهو ڏينهن ڪنهن گهاٽي ٻهڙ ۾ ڪٽيندا."

"ٻهڙ ڇاڪي چوندا آهن؟" مـون هن جي ڳالھ ڪـٽي ڪٽيندي پڇيو.

"ٻهڙ ننڍين وڻن جي جهڳٽي کي چوندا آهن، جتي چور ڏينهن جو لڪي ويهندا آهـن يـا بنا الڪي ننڊ ڪندا آهن. جهڳٽو ايترو گهاٽو هوندو آهي جو ايندي ويندي جي مٿن نظر پئجي نه سگهندي آهي." هن جواب ڏنو ۽ پوءِ ڳالھ جاري رکندي چيو، "هيڏان واري، مٿي هيڏان ٻڪي جو وهاٽو، مٿان ڪٿو اوڏي سمهي پوندا، پـر واٽ کان، لڪ کان، رستي کان، راڄ کان مڙيئي پاسي ٿي. ڪير نـه ڏسي ٿـه چڱو. پلا جي ڪو ڏسي ته ٺهيل ٺهيل ڏس ڏيندا ته، "ابا فلاڻي همراه وٽ، فلاڻي ڳوٺ ۾ وڃڻو آهي، اتـي فلاڻا همراه رهن ٿا." اها پڇا

اڳ ئي ڪيل هوندن.

چوريءَ جو وقت ٿئي ڪچي آڌيءَ. ننڊ جو پهريون ڦوهارو ماڻهوءَ کي گهيرو وٺندو آهي. اڌ ڪلاڪ تہ پيا ڪن ڏيندا ۽ آواز ٻڌندا ۽ جڏهن چئني پاسن جي پڪ ٿيندن، تڏهن پير اڳتي کڻندا. ڪتي کي بہ اک ۾ رکندا. ڪتي جا علاج ٽي بہ. مڙس پٽ تي ويٺو هوندو تہ پوءِ ڪتو گهٽو ڪري حملو نہ ڪندو. آسپاس پيو ڦرندو، دل چيس تہ ٽنگ کٽي چور مٿان مٿي چڙهيندو. پنڌرهن ويهہ منٽ ڦري ڦري پوري هليو ويندو. ٻيو علاج آهي گوشت جي ٽڪر جو. ڪتي اڳيان گوشت اڇلائبو تہ هو لڳندو ان جي پويان. پر جي ڪتو هجي ٻنهين حرامي تہ پوءِ کهاڙي پاڪي وٺان ڏيندس، لوُنڊڙي واري لٺ هٿي ڪڍندس. پر اهڙي عمل کان پوءِ چوري تہ چوريءَ جي ماڳ، مرڳو پيرن تي زور رکبو ۽ جي ڪو پلو وهٽ وٺن هوندو تہ ان تي چڙهي ڀاڄ ڪائبي."

مون هن کي غور سان ٻڌي چيو، "آهن تہ اسان جا اڪثر سياستدان، چور، چور جا پٽ، پر هنن کي ٽري چور جيترو عقل نہ آهي."

"نہ انهن کي اها خبر آهي تہ ٻهڙ ۾ ڏينهن ڪيئن گذاربو آهي، ڪتي جو علاج ڪيئن ڪبو آهي، ۽ ضرورت وقت ڀاڄ ڪيئن ڪائبي آهي. ٽري چور اسان جي سياستدان کان سؤ ڀيرا وڌيڪ سياڻو آهي." ●

ڪنهن جلاوطن اديب جي ناول ۾ اهو پڙهي ته ”روءُ، انسان ذات روءُ! لڙڪ ۾ وڏي قوت سمايل آهي“، مون کي پنهنجو هڪ دوست ياد آيو، جو جهيڙن جو رهاڪو هو. هو هڪ ڀيري مون کي پنهنجي ڳوٺ وٺي هليو. شام جو ڪچهري ڪري رهيا هئاسين ته هن ٻڌايو ته ”هتي ڪجين مان تاڙي ناهي وينديون آهي، رات جو ڪجين ۾ مٽڪا لٽڪايا ويندا آهن، جي ڦڙو ڦڙو ڀرجي ڀربا آهن ۽ منهن اونداهي ۾ لاهي وٺبا آهن. انهيءَ تازيءَ تاڙيءَ کي ’نيرو‘ چئبو آهي.“ ان تي مون پنهنجي دوست کي، جنهن کي هن جي اشتراڪيت پسنديءَ سبب ڪامريڊ ڪوٺيندا هئاسين، چيو ته ”ڪامريڊ! دکني اردوءَ ۾ ته ان کي ’نيرا‘ چوندا آهن ۽ ان جي وڪڻندڙ کي ’ڪلال‘ چوندا آهن.“ منهنجي دوست فخر سان چيو ته ”قديم سنڌ پنهنجي جهاز رانيءَ لاءِ مشهور هئي ۽ ان جا جهاز ملبار جي ڪناري تائين وڪرڪئي ويندا هئا ۽ ان ڪري اسان جي ٻوليءَ جا ڪجهه لفظ دکني ٻولي ۾ اچي ويا هوندا.“ مون هن کي اهو نه چيو ته اها ڳالهه اجا تحقيق طلب آهي ته عربن ڪجين جون ڪڪڙيون ڀريون سنڌ جي ڌرتيءَ تي ڦٽي ڪيون هيون يا ملبار جي ڌرتيءَ تي- ۽ ٿي سگهي ٿو ته اهي لفظ دکني ٻولين جا هجن ۽ انهن مان سنڌي ٻولي ۾ آيا هجن.

رات جو اسان ماني ڪائي سمهي پياسين. علي الصبح جو چئين بجي هن مون کي ننڊ مان ڏونڌاڙي اٿاريو ۽ چيائين ته ”امرت ويلو آهي، اٿي ته نيرو پيئون!“ پوءِ هو ۽ هن جا ساٿي ڪجين تي چڙهي ڪيئي مٽڪا نيري جا لاهي آيا ۽ نيرو اٿين گهيٽ سان پيئڻ لڳا ڄڻ هومر (Homer) جي آڊيسيءَ (Odessey) جا ڪجهه ڪردار هئا. مون به هنن سان ساٿ نڀايو. اجا باڪ مس ڦٽي هئي ته سواءِ منهنجي، اسان مان هر

هڪ ٻه ٻه مٽڪا نيرو پي ويو هو. مان نئون پياڪ هئس، ان ڪري مون گهٽ پيتو هو پر تڏهن به مون کي ڪافي خمار چڙهيا هئا. اوچتو مون ڏٺو ته ڪامريڊ ساموهون ڪچيءَ سان مٿو ٽڪرائي رهيو هو. مان اٿي هن ڏانهن ويس. هو بار بار چئي رهيو هو، ”آخر هي چيني ۽ روسي پاڻ ۾ وڙهن ڇو ٿا!“ هر ڀيري هن اهو چئي ڪچيءَ جي ٿڙ سان مٿو ٿي ٽڪرايو ۽ هن جي نرڙ مان به ٿي رت جا ڦڙا نيري وانگر ڪچيءَ جي چوڌاري ٽپڪڻ ٿي لڳا. مون هن کي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”ڪامريڊ! خروشيف مائوءَ سان نه ٿو وڙهي. دراصل اسٽالن موت کان پوءِ به روسي ذهن تي ايئن ڇانيل آهي، جيئن مائو هن وقت چيني ذهن تي ڇانيل آهي. خروشيف مائوءَ جو بت ڊاهي چڪو ته اسٽالن جو بت ڊاهي رهيو آهي.“ پر ڪامريڊ مون کي ٻڌو اڻ-ٻڌو ڪري وري ڪچيءَ سان مٿو ٽڪرائي چيو، ”ڌرتي ماءُ، هي روسي ۽ چيني پاڻ ۾ وڙهن ڇو ٿا!“

ڪجهه وقت کان پوءِ اسان ناشتو ڪري سمهي پياسين ته گهري ننڊ اچي وئي. منجهند جو جڏهن جاڳ ٿي تڏهن مون ڏٺو ته ڪامريڊ جي نرڙ تي سڪل رت ڦڙا ڪارن موتين وانگر لڳي رهيا هئا. هن ٿوريءَ دير لاءِ مون کي چتائي ڏٺو ۽ پوءِ اٿي پنهنجي گهر ويو ۽ اتان هڪ ڪتاب کڻي آيو، جو ”ڊان وهي رهي آهي“ (Quiet flows the Don) جو ڪيل اردوءَ ۾ ترجمو هو ۽ جنهن جو مترجم سيد مطلبي فريد آبادي هو. پوءِ هن مون کي چيو ”ڪامريڊ! تو صبح جو ائين سمجهيو هو ته مان نشي ۾ آهيان ۽ ان ڪري ڪچيءَ سان مٿو ٽڪرائي رهيو آهيان. ڏس! هيءُ شولوخوف ڇا لکيو آهي.“- فيبروري-مارچ ١٩١٧ع ۾ ڪيرنسڪيءَ (Kerensky) زار جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو هو. ”ڊان وهي رهي آهي“ جو ڪردار گريگر (Gregor) جيڪو ان وقت ماسڪو جي ڪنهن اسپتال ۾ زير علاج زخمي هو، تنهن کي ٻيو زير علاج زخمي، بولشيوڪ

نظريو هيئن ته سمجهائي– ”جنگ ازل کان ٿيندي آئي آهي ۽ ٿيستائين ٿيندي رهندي جيستائين اسان هن بري حڪومت کي هٽائي نه ڦٽي ڪيون. پر جڏهن هر حڪومت محنت ڪشن جي حڪومت ٿيندي، تڏهن اهي حڪومتون پاڻ ۾ جنگيون نه ڪنديون. جڏهن جرمن ۽ فرينچ ۽ ٻيون سڀئي قومون مزدورن ۽ ڪسانن جون حڪومتون ٺاهينديون، تڏهن انهن کي جنگ جا لاءِ ڪرڻي پوندي؟ هٽايو اهي سرحدون، هٽايو اهي اشتعال انگيزيون! هڪ خوبصورت زندگي سڄيءَ دنيا لاءِ.... گريگر جو ذهن جاڳي پيو.“

مون ڪامريڊ کي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”انهيءَ ڪتاب کي لکئي گهڻا سال ٿيا؟“

ڪامريڊ پنهنجو مٿو ڪٽ جي پاڻي سان ٽڪرائي چيو، ”گهڻا سال ٿيا؟ اهو نه ته پڇين ته مون گهڻا سال انهيءَ نظرئي ۾ اعتبار ڪيو آهي؟ هن وقت مان پنجاهه سالن جو آهيان، مان انهيءَ بين‌الاقوامي برادريءَ ۾ ان وقت کان اعتبار ڪندو رهيو آهيان جڏهن شولوخوف جو اهو ڪتاب ترجمو به نه ٿيو هو. هو مون کي ٺڳي ويا.“

ڪامريڊ وري ڪٽ جي پاڻي سان مٿو ٽڪرائي چيو، ”هو مون کان منهنجي زندگيءَ جا پنجويهه سال ٺڳي ويا، پنجويهه سال ٺڳي ويا، پنجويهه سال ٺڳي ويا.“ ڪامريڊ جي اکين مان لڙڪ تازيءَ جي ڦڙن وانگر ٽپڪڻ لڳا.

مون ان وقت سوچيو هو ته هن سڄيءَ دنيا کي گل و گلزار بڻائڻ تي چاهيو تڏهن هن جي اها حالت ٿي آهي؛ جي هي پنهنجي اڳڻ سان شروع ڪري ها ته چا پاڻ کي ايترو ٻيوس محسوس ڪري ها؟ ●

هو لاڙ جو سگهڙ هو. هن سان پهرينءَ ملاقات ۾ ئي مون محسوس ڪيو هو تہ هن جي وجود ۾ ڪائي حيرت انگيز پراسراريت هئي. اسان شاهہ لطيف جي تشبيهن ۽ استعارن تي ڳالهائي رهيا هئاسين. مون هن کي ٻڌائيءَ جي وائيءَ جي سٽ ”گهانئدار مرون موهيا، هيءَ ماڙهو مهنڌڙي“ ٻڌائي پڇيو، ”گهانئدار ڇاکي چوندا هئا؟ شهوائيءَ ان جي معنيٰ ’گهنڊ ٻـڌل‘ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ ۽ ڪلياڻ آڏوائـي ’وڏا گهنڊ‘ لکي آهي. پر مان ڀانيان ٿو تہ اهي معنائون غلط آهن ڇو تہ انهن سان سٽ بيمعنيٰ ٿي وڃي ٿي. ڇا تـون ’گهانئدار‘ لفظ تي ڪجهہ روشني وجهي سگهين ٿو؟“

هن تلاءَ ۾ هنج وانگر ٽٻي ڏني ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ مٿاڇري تي اچي ڪنڀ ڇنڊيائين ۽ چيائين، ”شاهہ لطيف جي دؤر ۾ شڪار جـي ٻين طريقن سان گـڏ هڪ عجيب طريقو رائج هو، جنهن کي ’گهانئدار وارو طريقو‘ سڏيو ويندو هو. ان طريقي ڪار مطابق، ڏهہ پندرنهن ماڻهو گڏجي شڪار جي جوءِ ڏانهن ويندا هئا. هڪ ماڻهو جنهن کي ’گهانئدار‘ چيو ويندو هو، ان جي هٿن، ٻانهن، ٽنگن ۽ لڱ ڀڳ سڄي بدن تـي چمڙي جو اهڙو ويس پهرائيندا هئا، جو ڪنهن جانور جـا خونخوار چنبا، ڏند يا ننهن هن کي نقصان پهچائي نـہ سگهندا هئا. ان گهانئدار جي مٿي تي ٺڪر جو اهڙو ننڍڙو دلو مضبوطيءَ سان ٻڌندا هئا، جنهن ۾ اکين جيترا ٻہ سوراخ نڪتل هوندا هئا. پوءِ ٻتي يا ڏيئو ان دلي جي اندر رکي، دلي جو منهن بند ڪري ڇڏيندا هئا. جڏهن گهانئدار ان دلي سميت اونداهيءَ رات جو ٻن پيرن ۽ ٻن هٿن تي چوٽيرو ٿي هلندو هو تہ پري کان ائين لڳندو هو ڄڻ جانور اچي رهيو آهي جنهن جون اکيون چمڪاٽ ڪري رهيون آهـن. کو جانور پري کان جڏهن

چمڪندڙ اکين واري گهاندار کي ڏسندو هو ته ان جي ڪشش تي ڇڪجي ايندو هو. گهاندار جا هٿياربند مددگار پويان ۽ پاسن کان لڪي خاموشيءَ سان هلندا هئا يا بيهي رهندا هئا. انهن کي گهاندار يا سڏبو هو. ويجهو ايندڙ جانور يا جانورن کي اهي گهاندار يا هٿيارن سان يڪدم حملو ڪري، پنهنجو شڪار بڻائيندا هئا. شاهه لطيف اهو گهاندار لفظ استعمال ڪري سنڌ ۾ شڪار جي انهيءَ طريقي ڪار جي ياد کي محفوظ رکيو آهي، نه ته اڄ انهيءَ جي ڪنهن کي خبر نه هجي ها. حيرت آهي ته هن وقت تائين رسالي جا مرتب 'گهاندار' جي معنيٰ 'وڏو گهنڊ' ڪندا رهيا آهن."

اسان چام شوري ۾ وي. سي. هائوس جي لان تي ويٺا هئاسين. چوڏاري بجليءَ جون بتيون ٻري رهيون هيون ۽ سرءُ جو چنڊ سرو ۽ صنوبر جي وڻن مٿان تيزيءَ سان وڃي رهيو هو. اوچتو بجلي وسامي وئي. مون چنڊ جي روشنيءَ ۾ سگهڙ ڏانهن ڏٺو ته مون کي محسوس ٿيو ته سگهڙ شاهه لطيف کان به پراڻو هو ۽ هن جي عمر ڪيئي صديون هئي. هن مون کي خاموش ڏسي پڇيو، "سائين، ڇا تي غور ڪري رهيا آهيو؟" مون جواب ڏنو، "پڇاڙيءَ جي انهيءَ وائي جي پوئينءَ سٽ تي غور ڪري رهيو آهيان—

آهي عبداللطيف چئي، مٺا جاريندڙي
مون ماريندي ڪڏهين." ●

"جهڙو پرڏيهي پکيئڙو،
مان ته مسافر وانگر سمهندو آهيان
پنهنجي ڳوٺ ۾ به."
(هڪ جپاني هائڪو)

مون پنهنجي ڊائري کولي ۽ روس جي سفرنامي تي اچاٽري نظر وڌي، جو مان پنهنجين بيانتها دنيوي مصروفيتن سبب مڪمل ڪري نه سگهيو آهيان. هاڻي ته سفر جو ڪيترو ئي تفصيل وسري ويو آهي، نه وري اهو ياد آهي ته ڇا لکي سگهيو آهيان ۽ ڇا نه لکي سگهيو آهيان. مان هڪ ڏڏو ساهه ڀري، ڊائريءَ تي نظر وجهان ٿو —

۱۳—۸—۶۷ع

منهنجي همسفر گل رخسار.... پنهنجي نانءَ ڪان به وڌيڪ خوبصورت تاجڪ شاعره .... مار سياهه وانگر ڪارا زلف، قلقل مينا وانگر ٽهڪڙا.... ٽهڪڙا، جن سان ستارن جا آئينا ٽڙڪي پوندا آهن.... ٽهڪڙا جن تي مکڙيون ننڍ مان ڇرڪ ڀري اٿنديون آهن ۽ ٽڙي گل ٿي پونديون آهن.... سارو وقت ٽهڪي رهي آهي، جيئن بهار ۾ بلبليون ٽهڪنديون آهن، جيئن ڪوهسارن ۾ آبشار ٽهڪندا آهن. جيئن خوشي ٽهڪندي آهي، دلبري ٽهڪندي آهي، آزادي ٽهڪندي آهي.... هن کي فارسيءَ جا هزارين شعر ياد آهن، جي هوءَ مون کي ٻڌائي رهي آهي —

صبا بہ لطف بگو آن غزال رعنا را
کہ سر بہ کوہ و بیابان دادهٔ ما را

(اي آڌر هير، هن من - موهڻي هرڻ کي پيار سان چئجانءِ ته مون کي ٿرن برن ۾ ڀٽڪائي ماريو اٿائين)

تاجڪ ساڳي فارسي ڳالهائين ٿا جيڪا برصغير ۾ ڳالهائي ويندي آهي - مثنوي مولانا روم، ديوان حافظ ۽ بوستان سعديءَ

واري فارسي.... طهران جي فارسيءَ ۽ تاجڪستان جي فارسيءَ ۾ وڏو فرق آهي....

اسان تاجڪستان ۾ 'ڪوه زر افشان' کان اڳتي نڪري چڪا آهيون.... رود ورزاب (ورزاب ندي) پهاڙن سان لڳ وهي رهي آهي.... ”چاه خانهٔ چهاربيد“ (چئن بيد جي وڻن وارو چاه خانو) وٽ ڪار روڪي چانهه پيئون ٿا.... ڪجهه اڳتي وڃون ٿا ۽ وري هڪ چشمي وٽ ڪار روڪيون ٿا.... چشمي جو نالو چشمهٔ مژگان (اکين جي ڇپرن وارو چشمو) آهي .. ان تي اهو نالو ڇو پيو آهي، ان ڪري جو ان مان ڪ ۾ پاڻي پيئڻ وقت پاڻيءَ جا ڇنڊا ڇوڪرين جي ڇپرن کي لڳندا آهن ته انهن جا ڇپر وڏا ٿي ويندا آهن.... ”گل رخسار! تنهنجا ڇپر ته اڳيئي وڏا آهن، جي انهن کي چشمي جو پاڻي لڳو ته بيد مجنون (Weeping Willow) جي شاخن وانگر لڙڪي پوندا.... چشمي هيٺان ڪ جهل ته مان تنهنجي ڪ مان پاڻي پيئان“.... هوءَ پاڻيءَ هيٺان ڪ جهلي ٿي.... مان پاڻي پيئندي، هن جي ترِيءَ کي ڏندڙي ڏيان ٿو.... پوءِ ٽهڪڙا، آبشار جي روح مان آيري ايندڙ ٽهڪڙا .... ڪ هٽائي فارسيءَ جي رباعي پڙهي ٿي....

اے مي دهمت اگر تو مستي نہ کني
با من سخن بلندي و پستي نہ کني
آئينهٔ روئے دلبرت مي باشم
شرطيست کہ آئينہ پرستي نہ کني

(توکي شراب ڏيان اگر تون مستي نہ ڪرين، ۽ مون سان بلنديءَ ۽ پستيءَ جي ڳالهه نہ ڪرين؛ تنهنجي وڻندڙ چهري جو آئينو ٿيان شرط اهو آهي تہ تون آئيني جي پرستش نہ ڪندين .)

رخسارن جا گل ٽڙي پون ٿا يا گلن جا رخسار ٽڙي پون ٿا ... ٽهڪ ڏئي چوي ٿي، مرد مون لاءِ روئيندا ويا آهن“....

مان مرڪي جواب ڏيان ٿو، ”عورتون مون لاءِ روئنديون ويون آهن“....

وري ٿهڪ ڏئي چوي ٿي، ”شرط لڳي؟ ڏسون ته ڪير ڪنهن لاءِ ٿو روئي!“....

دو شنبي جي رات.... هوٽل جي رقص گاهه.... شراب سمرقندي.... آفتان ۽ خيزان جوڙا.... گردنن تي مار سياه جهڙا زلف.... ٽهڪ، گلن تي ٽهڪ، اکين جا ٽهڪ، مٿان پرندڙ قمقمن جا ٽهڪ.... چميون، جي چنڊ ڪائنات کي ڏيندو وهندو آهي پر ڪائنات جو روح رچي نه رچندو آهي.... ۽ مون کي ياد اچي رهي آهي.... شراب سمرقنديءَ جي چوليءَ تي ايري آئي آهي ۔ روس جي سفر کان اڳ چام شوري جي پوئين رات ... گل مهر جي ڳل تي چمي ڏئي چنڊ دور دراز سفر لاءِ موڪلائي رهيو هو.... هرجائي!.... ڪهڙو شاعر هرجائي نه آهي؟.... چو؟.... حافظ جي هڪ ئي محبوبه نه هئي، شاخ- نبات!.... شاخ نبات هر شاخ شاخ نبات ته نه آهي!.... ڪائي شاخ شاخ انگور آهي، ڪائي شاخ انار آهي، ڪائي شاخ انجير آهي.... هر شاخ جي پنهنجي شيريني آهي.... تڏهن ته حافظ بور آهي.... هن ۾ ڪوئي تنوع نه آهي.... رڳو شاخ نبات جهڙو مٺو تصوف آهي.... ۽ شراب سمرقنديءَ جي ڳيت کان پوءِ هيءَ جا قندونبات، پنهي وانگر لڳي رهي آهي.... ۽ هي ٽهڪ.... ڪهڙي ڪهڙي زخم تي ڦها رکي رهيا آهن! ... شاخ انار.... نه، نه گل رخسار!.... تو وٽ ايترا ٽهڪ نه آهن جيترا مون وٽ زخم آهن.... تون ڪهڙي ڪهڙي زخم تي ڦهو رکندينءَ؟....

١٤—٨—٦٧ع

سامهون بحرنووڪ تي ڪشتي وڃي رهي آهي.... گل رخسار فارسي شعر پڙهي ٿي....

غافل مشو ز عمر که چون کشتی بر آب
استاده می نماید و چون تیر می رود

(عمر کان غافل نہ ٿـيءُ، پاڻيءَ تـي پيڙي بيٺل نظر ايندي آهي پر تير وانگر ويندي رهندي آهي) ... مان گل رخسار ڏانهن چتائي ڏسان ٿو... ڇا هن اهو شعر کنهن ايذا پسنديءَ Sadism جي جذبي هيٺ پڙهيو آهي.... مان نٿو ڀانيان ... هر روسي شاعر وانگر هوءَ شاعريءَ ۽ زندگـيءَ ٻنهي ۾ حقيقت پسند آهي.... هائو، پيڙي تير وانگر وڃي رهي آهي ۽ ان جي کنڌي نظر کان اوجهل ٿي چڪي آهي، ۽ مان جاگيرداري دور جو بورجوا شاعر آهيان....... جنهن تان شراب سمرقنديءَ جـو خمار لهي چڪو آهـي.... ڇا مان پنهنجي ٻئي چڪائي سگهان ٿو؟.... مون چڪائي تـہ هئي!.... موکي.... متارا.... کاريهر جـي کاٽ.... ۽ هاڻـي رڳـو وات ۾ وهم پـريـل آهي.... ڇا مان ٻي ٻئي چڪائي سگهان ٿو.... چکائڻ چاهيان ٿـو؟.... مـڌ اِن لاءِ تہ نہ چڪائبو آهي تہ رڳو متارا ماريا وڃن!....

هوءَ خمدار ڪاڪل کي جهٽڪو ڏئي پڇي ٿي، ”شاعر ڇا ٿو سوچين؟“.... ڇا تـو سوچيان؟ تون جا ’پراودا‘ پڙهي پنهنجي ضمير ۽ دنيا جي تقدير جو فيصلو ڪندي آهين، توکي ڇا ٻڌايان تہ ڇا ٿو سوچيان!... مان تـڏو ساهہ پـريان ٿو.... هوءَ انهيءَ وهم هيٺ آهي تہ شرط کٽي رهي آهي.... پويون داءُ هڻي شعر پڙهي ٿي—

شنيدم کز ايـں جا سفر مي کني
تـــو آهنگــ شهر دگر مي کني
خيال مـن از سـر بـدر مي کني
مـــن آن لحظہ آشنائـي تـــو
گمان بـرده بـودم جـدائي تـــو

(ٻڌو اٿم تہ ٻئي کنهن هنڌ وڃي رهيو آهين، ٻئي کنهن شهر جو سانباهو ڪيو اٿئي!
منهنجو خيال مٿي مان ڪڍي رهيو آهين

توسان چاڻ سڄاڻ مهل ٿي
مون کي تنهنجي وڇوڙي جو ڏپ هو.)

”ڇا هي تنهنجو شعر آهي؟“ مان پڇان ٿو.... ”نه، ڪنهن گمنام شاعر جو آهي“، هوءَ چوي ٿي....

”اهي شعر تو اڳ ڪنهن ڪنهن کي ٻڌايا آهن؟“

مان پڇڻ چاهيان ٿو پر ڪونه ٿو پڇان....

مان ڊائري بند ڪيان ٿو.... مٿيون جپاني هائڪو ياد اچي ٿو.... ڇا، سائبيريا کان منچور تـي آڏامي ايندڙ هنجرون تاشقند تان گذرنديون آهن؟.... ڇا انهن کي پنهنجو پورو سفر ياد هوندو آهي.... يا انهن کي ايتروئي ياد هوندو آهي جيترو اختصار سان مون ڊائريءَ ۾ ڏنو آهي يا ايترو به ياد نه هوندو آهي! ڇو ته جڏهن پرَ پرواز ۾ هوندا آهن تڏهن صرف منزل ڏانهن هوندو آهي.... ڇا گل رخسار مون کان شرط کٽي وئي.... يا مان هن کان شرط کٽي ويس؟.... يا ٻنهي شرط هارائي! ●

۳۱-۷-۷٦ع

”مان انسان جي هر سُوال جو جواب آهيان، هن جي نصب العين جو ۽ منزل مقصود جو.“ (Dylan Thomas)

مون کي اسلام آباد مان تار پهتي هئي تہ ۳۰ تاريخ ڪراچيءَ پهچي وڃان، جتي مرڪزي وزارت تعليم جو جائنٽ سيڪريٽري، مسٽر مختيار احمد، مون لاءِ روس جي سفر لاءِ اين. او. سي (N.O.C)، ويزا ۽ پرڏيهي ناڻو آڻيندو. مون مختيار احمد سان ٽيليفون تي اسلام آباد ڳالهايو تہ هن ٻڌايو تہ بانو قدسيہ ۽ خاطر غزنوي بہ ساڳيءَ تاريخ ڪراچيءَ پهچي ويندا. هن اهو بہ چيو تہ مان هن سان پاڪستان ڪائونسل آف آرٽس ۾ فون تي رابطو قائم ڪيان. مون سان منهنجي زال زرينہ ۽ پٽ سليم چام شوري مان گڏ نڪتا ۽ اسين هميشہ وانگر ڪراچيءَ ۾ ايم. پي. اي. هاسٽل ۾ وڃي رهياسين، جتان مون شام ڌائين پيرا فون ڪيو پر معلوم ٿيو تہ مختيار احمد اڃا نہ پهتو هو؛ ان ڪري مون ڪائونسل آف آرٽس جي ڊائريڪٽر مسٽر عرفان احمد کي گهر فون ڪيو تہ مان پهچي ويو آهيان ۽ جي ٻيا ڊيلي گيٽ اچن تہ مون کي هاسٽل ۾ اطلاع ڏنو وڃي. جمال ابڙي مون کي حيدرآباد فون ڪيو هو تہ جڏهن بہ مان روس وڃان تہ هن وٽان ڪجھہ تحفا روسي دوستن لاءِ کڻندو وڃان، ان ڪري مون جمال کي هاسٽل مان فون ڪيو تہ معلوم ٿيو تہ هو ڪنهن ڪم سان اسلام آباد ويل هو.

مون ڊاڪٽر عاليہ امام کي گهر فون ڪيو پر هوءَ موجود ڪانہ هئي. پوءِ مون ’م‘ کي فون ڪري چيو تہ ڊاڪٽر مهڪريءَ کي ساڻ وٺي اچي. ڊاڪٽر مهڪري تہ هن کي نہ ملي سگهيو پر هو پاڻ آيو ۽ پاڻ سان گڏ Chivas

Regal جي بوتل ٻه ڪٽي آيو. ۾ اصل ميرٺ جو آهي، پاڪستان جو محب وطن صحافي آهي، خوش خلق ۽ ذهين آهي ۽ منهنجو ڪافي وقت کان دوست آهي. هو پاڻ کي سنڌي سمجهندو آهي. سنڌي زبان ۽ تهذيب جو حامي آهي، سنڌ جي تاريخ ۾ گهري دلچسپي رکندو آهي ۽ هن کي ان ڳالهه جو پرپور احساس آهي ته هن جا ٻار ڇاڪاڻ ته سنڌي آهن ۽ پاڪستان هن جو وطن آهي. دراصل هو تمام ٿورن اردو ڳالهائيندڙ پاڪستانين مان آهي جي پاڪستان جي سالميت ۽ استحڪام جي ناليءَ ۾ پاڪستان جي صوبائي زبانن، تهذيبن ۽ تاريخ کان نابري نه وارينڊا آهن، جي سنڌين کي ڏاهر پرست ڪوٺي سنڌ جي تاريخ کان ڏسي انڪار نه ڪندا آهن، جن لاءِ پاڪستان جي ڪنهن به صوبي جو ذڪر پاڪستان جي نظريي جي منافي نه آهي، جن کي ٽئڪسلا ۽ هڙپا ۽ خاص ڪري موهن جي دڙي جي ڳالهه تي چڙ نه ايندي آهي، جي سنڌ کي ”واديءَ مهران“ نه چوندا آهن ۽ جڏهن هنن کي اهو ٻڌايو ويندو آهي ته ’مهراڻ‘ سنڌوءَ جي هڪ شاخ هئي جا ڪجهه صديون اڳ سڪي چڪي آهي ته هو ان ڳالهه تي اعتبار ڪندا آهن. مطلب ته هن کي سنڌ جي وجود کان الرجي (Allergy) نه آهي. هن کي پنهنجي مادري زبان اردوءَ سان محبت آهي پر ان ڪري هو ڪنهن به علائقائي زبان جو دشمن نه آهي، هو چاهي ٿو ته پاڪستان جي هر زبان ۽ ثقافت وڌي ويجهي ۽ آئنده اولهه برصغير هڪ رنگارنگ گلدستي وانگر لڳي. اها ئي ڳالهه آهي ته پنجاب جي ادبي حلقن ۾ پنجابي ٻوليءَ جي حمايت ڏسي هو ڪومائجي ويندو آهي ڇو ته هن کي سمجهه ۾ نه ايندو آهي ته هڪ پيرو پنجابي زبان ايري ۽ پنجاب جي چار ڪروڙ مسلمانن ان جي حمايت ڪئي، ته اردو ڪيڏانهن ويندي. في الحال هو منهنجي اردو شاعري ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهي ۽ هر هر مون کان پڇيو اٿائين ته مون پوربيءَ تي

ايترو عبور ڪيئن حاصل ڪيو آهي؟— پوربي، جا اردوءَ جي اديبن کان وسري چڪي آهي ۽ جنهن جي لوڪ گيت سان "آگ ڪا دريا" جو آخري صفحو ختم ڪندڙ قرأة العين حيدر هندستان موٽي ويئي ۽ جنهن کي قدرت الله شهاب ۽ جميل الدين عاليءَ جون ڪوششون به پاڪستان ۾ پناهه ڏيئي نه سگهيون. ۾. جمهوريت پسند آهي، صوبائيت جو ليبل هڻي سنڌ جي تشخص کي نه گهٽيندو آهي، اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ ڪڏهن به ون - يونٽ (One Unit) جي وجود جو قائل نه ٿيو هو، ۽ سنڌين هٿان ڌڪ کائي به سنڌ جو دشمن يا سنڌيءَ جو دشمن نه ٿيو آهي. ها، پر وسڪي پيئڻ کان پوءِ هڪ ٻيو به م آهي، جو ميرٺ ۾ چاڙهيو نپنو هو، جنهن کي اتان جون گهٽيون ۽ گهر، رهٽي کهٽي، ياريون دوستيون مٺيون مائٽيون سڀ ياد آهن، جنهن سان ميرٺ سازش ڪيس Merath Conspiracy Case جي ڳالهه ڪئي وڃي ٿي ته انئين ٿو لڳي ته ڄڻ هو به انهيءَ سازش ۾ شامل هو ۽ ايم. اين. راءِ سان گڏ ڪيس ۾ ڇهه سال ٽيپ کائي چڪو هوا هن کي اتان جون موسلادار بارشيون، آهي ڪاريون گهٽائون، اهي انبن جا باغ ۽ انهن ۾ جهولنڌڙ جهولا، اهي ساوڻ رت جا لوڪ گيت (نيم کي نمڪولي پڪي، ساون آيا رے) اڃا تائين ياد آهن، ڄڻ اها ڪالهه جي ڳالهه هئي. ملتان ۽ سنڌ جا دسهري، سرولي، لنگڙا، انور رٽول، سنڌڙي، بيگن قلي، گلاب خاص وغيره هن کان اتان جا انب وساري نه سگهيا آهن، جي هو مٺن پيري وٺندو هو ۽ انهن جو رس چوسيندو هو. وسڪي پيئڻ کان اڳ هو سنڌ جي پلي جي ڏاڍي ساراهه ڪندو آهي ۽ به ڏي پيرا مون کي چيو اٿائين ته مان هن کي ارباب نورمحمد جي ڪوٽ، ٻني، وٺي هلان، جتي ٻيڙين ۾ سير ڪري پلا به ماريون ۽ نڙ تي اها ڏن به ٻڌون جنهن ۾ چارڻ سارس پکين جي جوڙي جو هڪٻئي لاءِ ڪيل پڇو آواز جي ذريعي

اُجاگر ڪندا آهن. پوءِ وات ۾ پاڻي آڻـي هو پڇندو آهي ته واريءَ ۾ پڪل پلي جو سواد ڪهڙو نه چڱو هوندو! (سون اها ڳالهه پڌائي هن جي تصور کي گرمايو آهي ته اسان پڻي ۾ تازا ماريل پلا واريءَ ۾ پچارائي کاڌا هئا ۽ نڙ ۽ بيهن تي سنڌ جون بي مثال ڌنون به ٻڌيون هيون جن مان هڪ ڌن ۾ سارس پکيءَ جي پنهنجي ساٿيءَ لاءِ ڳولا ڇپي وڌي هئي.) ها، پر وسڪي پيئڻ کان پوءِ ۾ کـي پلي جي ياد ته ايندي آهي ۽ هو سيرت جي ڪنهن انبن جي باغ ۾ گم ٿـي ويندو آهي جنهن ۾ هـزاريـن انبن جا وڻ هونـدا هئا ۽ جنهن جا انب جواهر لال نهروءَ کي به ڏاڍا پسند هئا.

وسڪيءَ جو گـلاس کڻي هـن جون اُگريون ڪنبي رهيون هيون ۽ اهو ظاهر هو ته هن جي روح تي ڪافي رهڙون اچي چڪيون آهن. سون هن ڏانهن ڏسي سوچيو ته ڪراچيءَ جا گهڻا مهاجر اوچتو آسمان ڏانهن ڏسي، ساڳئي وقت، ساڳين جذبات سان، ڪنهن مهربان لفظ لاءِ، ڪنهن همخيال روح لاءِ تڪيندا هوندا جنهن جي هن کي اج اينري ضرورت آهي! ●

۱-۸-۱۹۷٦ع

صبح سان ناڻين بجي تيار ٿياسين، اٽڪل ڏهين بجي رباني آيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي پرو وائيس چانسلر جي حيثيت ۾ يونيورسٽيءَ جي چارج مون هن کي ڏني هئي. يونيورسٽيءَ ۾ وڪيشن هئي ۽ انتظامي ڪم ڪار هوندا ڪان گهٽ هو. اسان گڏجي پاڪستان ڪائونسل آف آرٽس ۾ وياسين ۽ ان جي ڊائريڪٽر عرفان احمد سان ملياسين. ايتري ۾ مختيار احمد، بانو قدسيا ۽ خاطر غزنوي به اچي نڪتا، قدسيا ۽ خاطر مون سان گڏ روس هلڻا هئا. (بانو اردوءَ جي مشهور ناول نويس آهي ۽ خاطر پشاور يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آهي ۽ اردوءَ جو مشهور شاعر آهي.) مختيار احمد اسان مان هر ڪنهن کي پاسپورٽ ۽ ٻيا ضروري ڪاغذ ۽ ٻه ٻه سئو ڊالر ڏنا جي حڪومت پاران اسان کي ڏنا ويا هئا. مون پنهنجي ذاتي خرچ تي هن کان سؤ ڊالرن جا سفري چيڪ (Travellers Cheques) به ورتا. اهو وڏ ۾ وڏ پرڏيهي ناڻو هو جو مون کي ملي ٿي سگهيو. پوءِ اسان پرسان ڏي ڪنهن هوٽل ۾ چانهه پيئڻ لاءِ وڃي ويٺاسين. بانوءَ ۽ خاطر، مختيار احمد کي پنجابيءَ ۾ حال احوال ڏنو. مختيار احمد اسان کي چيو ته جي روس ۾ اسان کان نئين ڪنهن جي حالتن کي معمول تي آڻڻ لاءِ ڪو سوال ڪيو وڃي ته اسان ان تي ذاتي راءِ جو اظهار نه ڪيون ۽ هنن کي چئون ته اڃا حالتون پوريءَ طرح سازگار نه آهن، جو ته ڪشمير جو مسئلو اڃا حل نه ٿيو آهي ۽ حڪومت غور ڪري مناسب وقت تي مناسب فيصلو ڪندي. هن وڌيڪ چيو ته رات جو روس جي ڪائونسل جنرل مسٽر ڪشيرن اسان جي سنڌ ڪلب ۾ دعوت ڪئي آهي، ۽ فيض احمد فيض، جيڪو ڪالهه روس مان موٽيو آهي، اهو به اسان جي ڪري ڪراچيءَ ۾ ترسي پيو آهي ۽ رات جو دعوت تي موجود هوندو.

اتان اتي مان ۽ رباني هاسٽل آياسين جتي ڪيترائي دوست احباب مون سان ملڻ لاءِ آيا هئا.

.... .... ....

شام جو ڊاڪٽر عاليہ امام، ڊاڪٽر مهڪري ۽ م- آيا. عاشق نالي يونيورسٽيءَ جي فوٽوگرافر منهنجو ۽ زرينہ جو گڏ فوٽو ورتو ۽ عاليہ امام چيو تہ هڪ فوٽو مان تو سان گڏ ڪيرائيندس ۽ مون کي ٻانهن کان ڇڪي، مون سان گڏ فوٽو ڪيرايائين. زرينہ هن کي واڇڙو ٿي ڏٺو.

ڊاڪٽر مهڪريءَ سان منهنجي هميشه وانگر گفتگو ٿي. هن جي گفتگو هزار گيت آهي. هن هندي ديومالا کي ٽوڙي مروڙي پنهنجي ديومالا ٺاهي آهي ۽ ڪنهن وقت مهاڀارت ۽ رامائڻ مان ڪهاڻيون اهڙي دلڪش ڦيرگهير سان ٻڌائيندو آهي، جو هو ويد وياس ۽ تلسي داس جو نئون جنم لڳندو آهي. هن جي عمر سٺ کان مٿي آهي ۽ هن جي دل مشين تي هلندي آهي جا سرجن جتوئيءَ آپريشن ڪري هن جي جسم ۾ سبي ڇڏي آهي. ڪجهہ مهينا اڳ ان مشين جون بئٽريون ختم ٿيڻ تي هيون تہ هن ڏهاڪو هزار رپيا خرچي ٻي مشين گهرائي هئي جا اڳينءَ مشين جي جاءِ تي هن جي جسم ۾ داخل ڪئي وئي آهي. هو وڏو دانشور هوندي بہ چرچي گهڻي، نشي نشي وارو ماڻهو آهي. هڪ دفعو مون هن کي ٻڌايو تي تہ مان اجين ۾ ڪالي داس جي مندر ۾ ويو هئس ۽ اتي لنگهہ پوڇا ڏني هئم تہ هن چيو هو تہ ”پاڻ تہ گوري داس آهيون، ڪالي داس سان پنهنجو ڇا؟“ ڊاڪٽر مهڪري مون سان ٻهريون پيرو تي سال اڳ مليو هو، م- سان گڏجي جناح اسپتال آيو هو جتي مان زير علاج هيس. ان وقت رباني مون سان گڏ هو ۽ مان موت جي سرحد ٽپي، زندگيءَ جي پاسي اچي چڪو هئس. مون کي اهو سوچي کل آئي هئي تہ آءٌ، جنهن ايتري مصروف زندگي گذاري آهي، ٻئي جهان ۾ واندو

وقت ڪيئن گذاريندس! مون سوچيو هو تہ گذري ويل رات ڪيئن نہ هڪ بکايل بگهڙ وانگر مون کي گهڙڪائي رهي هئي ۽ موت پنهنجي آڏيءَ اک سان ان کي اطمينان سان ڏسي رهيو هو! هي رباني، جو موت جي سرحد تائين منهنجو همسفر هو، ڇا، هن کي منهنجي واپسيءَ تي مايوسي ٿي آهي؟ ڇا، هن کي مون تي ڪوئي افسانو لکڻو هو جو اڌ ۾ رهجي ويو؟

تفريح لاءِ مان انگريز مصنف Alexandera David Neel جو ٿبيٽ تي ڪتاب Magic and Mystery in Tibet پڙهي رهيو هوس جنهن ۾ ٿبيٽ جي لامائن جا عجيب غريب اکين ڏٺا واقعا لکيا ويا هئا جن تي مون کي اعتبار نٿي آيو. مون ڊاڪٽر مهڪريءَ کي ان ڪتاب جي باري ۾ ٻڌايو ۽ پوءِ هن کي ڪلي ڇيو تہ چيني انقلابين جڏهن ٿبيٽ تي حملو ڪيو تڏهن اهو هلايو ويو تہ لاما سرائن ۾ ٻڌ جا بت رکايا آهن ۽ ان ڪري چيني انقلابين جون گوليون سرائن ۾ اندر اچي نہ سگهنديون. ٿبيٽ جي ماڻهن جو اهو ويساه ٽوڙڻ لاءِ چيني انقلابين وچ چونڪ تي ٻڌ جا ٽامي جا بت پگهاري، انهن جي ٽامي مان گوليون ٺهيون هيون ۽ پوءِ ماڻهن کي چيو هو، ”هاڻي تہ هي گوليون سرائن ۾ وينديون؟“ مون ڏٺو تہ ڊاڪٽر مهڪري ٿوريءَ دير لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ ڪجهہ سوچي چيائين، ”موت جي منهن ۾ اهو مذاق تنهنجي زندگيءَ جي ضمانت آهي، پر ماده پرست جنهن قطعي نتيجي تي پهتا آهن، اهو صحيح نہ آهي، گهٽ ۾ گهٽ ان کي صحيح سمجهڻ لاءِ ڪوئي خاص سبب نہ آهي. پر مان هن وقت توسان ڪو گنڀير بحث ڪرڻ نٿو چاهيان، تون چاق ٿيءُ تہ پوءِ ڏسنداسين.“

۽ مون سوچيو هو تہ مان پنهنجو پيالو چوٽيءَ تائين تار ڪري، ان تي گلاب جو پن مصلي وانگر وڇائيندس، تہ ان تي هزارين فرشتا سربجود نظر ايندا؛ ۽ مون اهو طئہ ڪيو هو تہ مستقبل اڃا اڳتي آهي، اهو اڃا ماضي نہ ٿيو آهي، مون

ڪي اچا جيئرو آهي، وڌيڪ ڀرپور جيئرو آهي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڊاڪٽر مهڪري مون کي Extra Sensory Perception (بعيد از حواس مشاهدي) تي ڪو ڪتاب ڏيئي ويو هو. مونکي اڳ ئي ان موضوع تي آمريڪا جي انسٽيٽيوٽ آف پئراسئڪالاجي جا ڪجهه ڪتاب پڙهيا هئا، پر اهي مون کي لوڏي نه سگهيا هئا. هڪ ڀيري محترم اي. ڪي. بروهي مون کي جلاوطن روسي پروفيسر اوس پينسڪي (Ouspesnky) جو فلسفي تي ڪتاب Tertium Organum تحفي طور ڏنو هو. مون کي اوس پينسڪي جي زمان ۽ مڪان جي تصور ڪجهه مرعوب ڪيو هو ۽ پوءِ مون هن جي گروءَ گرڊجيف (Gurd Jieff) جا پنهنجا لکيل ۽ هن تي لکيل ڪجهه ڪتاب وٺي پڙهيا هئا. انهيءَ ساري گورک ڌنڌي جي مطالعي کان پوءِ مان انهيءَ نتيجي تي پهتو هئس ته مون لاءِ ڪنهن به ڳالهه ۾ اعتبار ڪرڻ جا فقط ٻه طريقا آهن. هڪ طريقو اهو آهي ته ڪا به ڳالهه سائنسي تجربي جي ذريعي ثابت ڪئي وڃي، ٻيو طريقو اهو آهي ته جيڪا ڳالهه سائنسي تجربي ذريعي ثابت نه ٿي سگهي ۽ اهو چيو وڃي ته اها ڪنهن اندرينءَ اک، ڪنهن الوپ اک، ڪنهن وجدان جي ڪيفيت، جي ذريعي محسوس ٿي سگهي ٿي، ته پوءِ ان ڳالهه جي وجود ۾ اعتبار ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته اها وجدان جي ڪيفيت مون تي طاري ٿئي ۽ مان اها ڳالهه پاڻ محسوس ڪيان. ڇاڪاڻ ته هن وقت تائين منهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪڏهن به اهڙو واقعو نه آيو آهي، ان ڪري اهڙين بعيد از فهم ڳالهين کي يا ته مان يڪدم رد ڪري ڇڏيندو آهيان يا جيڪڏهن راوي معتبر هوندو آهي ته مان وڌ ۾ وڌ هن کي شڪ جو فائدو ڏيندو آهيان، پر هن جي ڳالهه ۾ ايترو اعتبار نه ڪندو آهيان جو ان تي عمل ڪيان.

هن ڀيري مون کي ڊاڪٽر مهڪريءَ چيو ته ”ماسڪو ۾ به انسٽيٽيوٽ آف پئراسئڪالاجي آهي ۽ مان اتي ضرور وڃان.

هن ٻڌايو ته ان انسٽيٽيوٽ جي تجربن جي باري ۾ آمريڪا ۾ هڪ حيرت انگيز ڪتاب ڇپيو آهي، جو هن پڙهيو آهي. مون هن کي چيو ته دعا ڪريو ته ايترو جيئان جو هيءَ ساري دنيا گهمي وٺان. باقي هن زندگيءَ کان اڳتي جياپي جو مون کي شوق نه آهي. مان جن ٿي جيئڻ نٿو چاهيان ۽ نه وري ٻيهر جڳ مارڻ لاءِ هتي موٽي اچڻ ٿو چاهيان. سياسي طرح مون کي مهاتما گانڌيءَ وانگر اهڙي خرافات جي ضرورت نه آهي جنهن هڪ ڪوڙي بدوڙي ڇوڪري پاڻ سان ڪٺي، هن سان گڏ، اتر پرديش جي ڪنهن ڳوٺ ۾ هن جي اڳئين جنم وارو گهر ڳولي لڌو هو. Story of Briday Murphy جنهن جي دنيا ۾ ايتري ڌوم هئي، ان کي به نگيءَ جو ثابت ڪيو ويو آهي. دراصل بورجوا ملڪ اهڙا ڪتاب اشتراڪي نظرئي خلاف جنگ ۾ استعمال ڪن ٿا ۽ انهن جي ڪوڙي يا سچي هئڻ کي تنقيدي نگاه سان يڪدم نٿا ڏسن. ها، جي اهڙي ڪا انسٽيٽيوٽ ماسڪو ۾ آهي، ته مان اتي ضرور ويندس."

ٽالهيون ڪندي اچي ست لڳا. مون سيني کي چيو ته "اچو هلان ته، چوته مون کي روسي ڪائونسل جنرل جي سنڌ ڪلب ۾ دعوت آهي، فيض به اتي اچڻو آهي ۽ مون کي هن کان حال احوال وٺڻو آهي." ان تي ڊاڪٽر عاليه امام چيو ته "ڪشيرن مون کي چڱيءَ طرح سڃاڻي؛ مان به توسان گڏجي هلنديس" مون هن کي چيو ته "مان توکي ڪار ۾ سنڌ ڪلب تائين ڪٺي ٿو هلان؛ جي تون مناسب سمجهين ته منهنجي اندر وڃڻ کان پوءِ پاڻ اندر هلي اچجانءِ."

مان سنڌ ڪلب ۾ اندر ويس ته ڏٺم ته مسٽر ڪشيرن ۽ هن جي عملي جا ڪجهه روسي آفيسر اڳئي ويٺا هئا. فيض صاحب، جيڪو وسڪي پي رهيو هو، گلاس ٽپائيءَ تي رکي اٿي بيٺو ۽ ڀاڪر پائي مون سان مليو. پوءِ سيني سان هٿ

ملاڻ ۽ خيرعافيت کان پوءِ مون فيض کي چيو، "ڊاڪٽر عاليه امام ٻاهر آهي ۽ اندر اچڻ ٿي چاهي." فيض جي پيشانيءَ ۾ گهنج اچي ويا ۽ هن چيو ته "هيءَ سفارتي سطح تي دعوت آهي ۽ ان ۾ ڪنهن جي به بنا ڪوٺ جي، شرڪت مناسب نه آهي." ان تي مون فيض کي چيو ته "عاليه جي اوهان سان پراڻي دوستي آهي، وڌيڪ جيئن اوهان مناسب سمجهو." ايتري ۾ قدسيه، خاطر ۽ مختار احمد اندر آيا ۽ انهن سان گڏ عاليه به اندر هلي آئي. مون مسٽر ڪشيرن جي منهن تي تعجب جي هلڪي لهر ڏٺي پر هو ان کي دٻائي، سڀني سان خوش-اخلاقيءَ سان مليو ۽ هن جو آڌرڀاءُ ڪيائين. فيض ۽ روسي ميزبان وسڪي پيئندا رهيا، باقي ٻين سڀني نارنگيءَ جو رس پيتو. فيض مون کي ٻڌايو ته هن ماسڪو ۾ پروفيسر گنڪو وسڪيءَ Yuri V Gankovsky کي منهنجي باري ۾ پوري حقيقت ڏني هئي ۽ روسي اديب منهنجو ڏاڍو چڱو آڌرڀاءُ ڪندا. هن وڌيڪ چيو ته "جڏهن تون روس ڏسندين تڏهن ئي اندازو لڳائي سگهندين ته انقلاب کان پوءِ روس ۾ ڪيتري ترقي ٿي آهي." ڪجهه وقت کان پوءِ مون فيض کي ٻڌايو ته احمد سليم منهنجي شاعريءَ جا اٽڪل ڏيڍ سؤ صفحا پنجابي نظم ۾ ترجمو ڪري چڪو آهي جو پريس ۾ پهچي چڪو آهي. مون هن کي وڌيڪ ٻڌايو ته ترجمو ڏسي مون کي ان تي حيرت آئي هئي ته منهنجي شاعريءَ جا سٺ سيڪڙو لفظ ۽ قافيا پنجابي ترجمي ۾ آسانيءَ سان کپي سگهيا هئا. ان تي فيض چيو ته "مون ئي ته احمد سليم کي توڏانهن موڪليو هو. سان ڀانيان ٿو ته جيتري محبت ۽ همدرديءَ سان تون هن سان هلي سگهندين، اوتري محبت ۽ همدردي هن کي پنجاب ۾ به مشڪل ملندي. دراصل پنجابي ڪلاسيڪي ۽ جديد ادب جا ترجما سنڌي ۾ ٿيڻ گهرجن ۽ سنڌي ڪلاسيڪي ۽ جديد ادب جا ترجما پنجابيءَ ۾ ٿيڻ گهرجن. ٻئي ٻوليون عوامي آهن،

ٻنهي جي وچ تي سرائڪي آهي ۽ انهن ۾ ڪيئي لفظ ساڳيا آهن ۽ ڪيترن ئي لفظن ۾ فقط اچار جي ٿوري ڦيرگهير آهي."

مون هن کي ٻڌايو ته "سنڌالاجيءَ پاران احمد سليم کي شاهه عبداللطيف جي رسالي جي منظوم ترجمي ڪرڻ جو ڪم سپرد ڪيو ويو آهي ۽ امداد حسينيءَ کي پنجاب جي چونڊ ڪلاسيڪي شعر جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمي جو ڪم سپرد ڪيو ويو آهي."

جنهن تي فيض مرڪندي چيو، "اياز، تون پاڪستان کي سنڌ جي Cultural Colony بڻائڻ ٿو چاهين؟" ٿوري وقت کان پوءِ اسان رات جي ماني ڪاڏي ۽ ٻاهر نڪرڻ لاءِ وڏياسين ته سنڌ جو چيف منسٽر رئيس غلام مصطفيٰ جتوئي مليو جنهن خيرعافيت ڪئي. هن کي اڳ ئي خبر هئي ته مان روس وڃي رهيو آهيان ۽ چيائين ته "موٽي اچين ته مون سان ملجانءِ."

عاليه امام مون سان گڏجي هاسٽل ۾ آئي. زرينه ۽ سليم اڃا شهر مان نه موٽيا هئا. عاليه ڪمري جو دروازو کليل رکيو ۽ صوفا تي ويهي رهي. ٿوريءَ دير ۾ رباني، حميد ۽ ٻيا ڪيترائي دوست آيا. ايتري ۾ عاليه اٿي مون کي امام ضامن ٻڌو. عاليه امام ڪيتري وقت کان، اردوءَ جي ترقي پسند شيعن وانگر، ڪربلا جي واقعي تي روئندي آهي، جوش مليح آباديءَ جي نظم "حسين اور انقلاب" کي اردوءَ جي ترقي پسند ادب جو اهم حصو سمجهندي آهي ۽ مير انيس کي اردوءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ظاهر ڪندي آهي. ●

## ٦—٨—٦٧ع

اٽڪل هڪ بجي رات جو اسان سڀ ڪراچيءَ جي هوائي اڏي تي پهتاسين. سامان تورائي ٽئگ ۽ بورڊنگ ڪارڊ وٺي، مان وچي زرينہ سان وي. آءِ. پي. لائونج ۾ ويٺس. رباني، حميد ۽ ڊاڪٽر الانا بہ اتي هليا. اٽڪل ڏيڍ بجي رات جو مسٽر ڪشيرن اتي آيو. مون ان جي انهيءَ زحمت لاءِ پاڻ کي هن جو احسان مند محسوس ڪيو. اٽڪل ٻين بجي رات جو زرينا ڇپيل سوره ياسين منهنجي ڪوٽ جي اندرئين کيسي ۾ وڌي ۽ پہ ٽي منٽ قرآن جون ڪجھہ آيتون ڇپن ۾ جهونگاري مون تي شوڪاريائين. جڏهن لائونج مان هوائي جهاز ڏانهن ڪئي وڃڻ لاءِ ڪار لائونج جي دروازي تي پهتي، تڏهن هن پريل اکين سان مون ڏانهن ڏٺو. شايد هوءَ چپن ۾ چئي رهي هئي، ”وڃ، مون توکي الله جي امان ۾ ڏنو.“ مون مرڪي هن کي چيو، ”دلجاءِ ڪر، مان پندرهن ڏينهن ۾ موٽي ايندس.“

روسي هوائي جهاز ايروفلاٽ ۾ اسان کي ايڪانامي ڪلاس جي ٽڪيٽ هئي. اسان ڏاڍي سوڙهہ سڪوڙ ۾ ويٺا رهياسين ۽ سامهون فرسٽ ڪلاس ۾ ڪجھہ روسي ٽيڪنوڪرٽ (Technocrat) ٽنگون ڊگهيري مزي سان واڊڪا پي رهيا هئا. اٽڪل چئين بجي رات جو هڪ وهيءَ کان مڪڙيل ايئر هوسٽس ٿڌو گوشت، ڊبل روٽي ۽ ڪافي کڻي آئي. مون فقط ڪافي پيتي. هوائي جهاز ۾ ايڏي بور ڪندڙ مسافري مون ڪڏهن بہ نہ ڪئي هئي. پي. آءِ. اي. جي هوائي جهازن ۾ وڏيڪ آرام ڏيندڙ ڪرسيون، وڌيڪ سهڻيون ايئرهوسٽسون ۽ وڌيڪ وڻندڙ کاڌو هوندو آهي. الاجي ڇو، مون کي ايروفلاٽ ڏسي ڪامريڊ ٻوهو ياد آيو هو!

اوچتو منهنجو من ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي وڃي نڪتو ۽ مون ڪان اهو وسري ويو تہ مان هزارها فوٽ بلنديءَ تي هوا ۾ روس وڃي رهيو آهيان. اوچتو ڪنهن منهنجي ڪَنَ ۾ سرگوشي ڪئي، ”تون جتي بہ هوندين مان تو سان هوندس. تون منهنجو فوٽو ڇا ڪندين، تون جدا ٿوروئي تي رهيو آهين!“ هوءَ جا منهنجي مايا جو نئون روپ هئي، ان جو گندمي چهرو هير وارث شاهہ وانگر منهنجين اکين اڳيان اڀري آيو، ۽ مون سوچيو ”ڇا، ماضي ڪوئي پيانڪ خواب هو؟ پر جي اهو خواب نہ هو، حقيقت هئي، تہ مان اها حقيقت بار بار دهرائڻ چاهيان ٿو، اهڙي موسم بهار لاءِ، اهڙيءَ شگفتہ رنگ و بو جي هڳاو لاءِ.“

مون سوچيو تہ مون ڪيترا پيرا چاهيو هو تہ دنيا ڏسان. اڄين تہ مون کي پنهنجو ڪمرو ساريءَ ڪائنات کان وسيع لڳندو هو، انسان ذات جي ذهني حاصلات منهنجي ڪتب خاني ۾ موجود هوندي هئي. وڪالت جي مصروفيات مان فارغ ٿي جڏهن مان پنهنجي پيالي ۾ آگ اوتيندو هئس، تہ جيءُ جڳ مڳ تي ويندو هو ۽ اهو نيرو پنڇي جنهن کي آتما چيو ويندو آهي، پنهنجي آڪهري ۾ موتي ايندو هو ۽ منهنجي ڪؤنا هر نئينءَ پيڙا کي هڪ نئين سپني ۾ بدلائيندي هئي. مون سمجهيو هو تہ منهنجي دنيا اتي وڃي ڪٿي هئي، مون کي نہ پاسپورٽ ملندو ۽ نہ ٻاهر وڃڻ لاءِ اين. او. سي. ۽ يوناني فلسفي ديوجانس (Diogenese) وانگر منهنجي زندگي بہ هڪ tub ۾ گذري ويندي. پيسو تہ وڪالت مان مون کي ملي ٿو ۽ مان پنهنجي خرچ تي گهمي ٿو سگهان پر شايد مرندي تائين منهنجي اها جهان گرديءَ جي حسرت پوري نہ ٿي سگهندي. ان کان اڳ جو منهنجا هڏ ويهجي وڃن، وڌندڙ عمر منهنجا اجهل اڏما مانا ڪري ڇڏي، منهنجي نظر گهٽجي وڃي ۽ مان محبوب حسينائن جا خدوخال پوريءَ طرح ڏسي

نہ سگھان، سمنڊ تي اڀرندڙ ۽ لھندڙ سج جا ڀھريان ۽ پويان شعاع منھنجي اکين اڳيان جھانورجي وڃن، پھاڙ تي اڀرندڙ چنڊ جي سوني ٿال مان منھنجا ڪنبندڙ ھٿ اشرفين مان ڀئيون ڀري نہ سگھن ۽ ھن دنيا جي سونھن ۽ سڳنڌ، جوت ۽ جھرمر وڌندڙ چمار ھڪ ٻڪيءَ ڏائڻ وانگر مون کان کسي وٺي- انھيءَ پوئينءَ اُجھام، اجائي انت، انڌيري ۾ آخري ڌڪ کان اڳ ڪيڏو نہ چاھيان ٿو تہ ھيءَ رنگارنگ دنيا ڏسي وٺان! ڪتاب ڪافي نہ آھن، اھي ٻئي ڪنھن جو مشاھدو پيش ڪن ٿا: مان سڀڪجھہ پنھنجين اکين سان ڏسڻ ٿو چاھيان— اکيون، جي ڪڏھن بہ ڍاپيون نہ آھن، ڍاپڻ بہ نہ گھرجن ڇو تہ اکين جو ڍاپڻ موت آھي، صحيح معنيٰ ۾ موت اھو ئي آھي، باقي ٻيو تہ رڳو دم ٻيھجي وڃڻ جو معاملو آھي.

۽ پوءِ ھوءَ، جا منھنجي مايا جو اڳيون روپ ھئي، منھنجين اکين اڳيان اُڀري آئي. مون سوچيو تہ ڪٿي مون ھن سان وعدو ڪيو ھو تہ مان موٽي ايندس- جڏھن جمنا تي سج لھي رھيو ھو ۽ تاج جو پاڇو پاڻيءَ ۾ لڙانجي ويو ھو، جڏھن جھونجھڪڙي ۾ ڌيري ڌيري تاج محل روشنيءَ ۾ اُڀري رھيو ھو، جڏھن فتح پور سڪريءَ تي شام لٿي ھئي ۽ جوڌپائيءَ جو ڪمرو اونداھو ٿي ويو ھو، جڏھن نربدا نديءَ جي ڪناري تي ويھي اسان پاڻيءَ ۾ پير پڇائي رھيا ھئاسين ۽ ڪجھہ پنڌ تي مالوا جي روپ متيءَ باز بھادر جو محل ھو، جڏھن اجنتا جي ھڪ گفا ۾ ھن ٺپي ڪي ھٿ مان وڄايو ھو تہ نقاري وانگر وڳو ھو ۽ آواز جي ڦھلاو کي پرکڻ لاءِ ھن منھنجو ھي گيت ڳايو ھو—

ٻٽر ۾ ٻيھي، گھڙيم تنھنجيءَ گھور کي،
پرين پرڏيھي، ويجھو آنھہ وجود کان.

جڏھن ناسڪ ۾ گوداوريءَ تي سج جا ڀھريان ڪرڻا پيا ھئا ۽ سانوريون ناريون گھاگھريون پاڻيءَ مان ڀري رھيون

هيون ۽ ڳچين ۾ ڄڻيا پاتي، ڪيئي ياتري پوتر پاڻيءَ ۾ ٽٻيون ڏئي رهيا هئا— ها، ڪٿي مون هن سان وعدو ڪيو هو ته مان ٻئي سال موٽي ايندس!.... ۽ پوءِ جنگيون، ڌرتيءَ تي ماس جا ڳاڙها ڳپل، ٻنهي پاسي ابهم ٻارڙن، وڏوائن، پوڙهين مائن جا ڳوڙها، جي پنهنجي پاڻ ۾ هڪ پورو سمندر هئا، جي سمندر جي پاڻيءَ کان به وڌيڪ کارا هئا، وڌيڪ گهرا هئا. هائو، مان موٽي وڃي نه سگهيس، مون وعدو نه پاڙيو ۽ روح جي وچ ۾ هڪ رڻ ڦهلندو ويو، وڌندو ويو، ويرونار رڃ ڏيکاري ڏيندي رهي، جيئن پوءِ ٽيئن پٺ تي هٽندي وئي، پٺ تي هٽندي وئي. ٻن پيار ڀرين دلين وچ ۾ تاريخ ڪيڏي نه اوچي ديوار ٽي وڃي ٽي، جو هڪٻئي جو واڪو ته ٺهيو، سرڪاٽ به ٻڌڻ ۾ نه ٿي اچي— اهو مون کان وڌيڪ ڪير ڄاڻي! تاريخ ڪيتري نه ظالم آهي، ڪيتري نه اجهل آهي، ڪيتري نه اٽل آهي!.... مون کي ياد آيا ڪيترا ڪونيون، سکر، ساهيوال، سکر.... نفرتون، سختيون، تڪليفون... مون تڏو ساهه پيري سوچيو ته زندگي وڏي غنيمت آهي، ان کان وڌيڪ غنيمت ڪهڙي هوندي ته مان اڃا زنده آهيان، ماضي هڪ ڀيانڪ ڪن وانگر آهي، جنهن مان آءٌ نڪري چڪو آهيان.... ڪير ڄاڻي ته اڳتي ڪيترا ڪن ايندا. في الحال ته لهرين ۾ لڙهندو ٿو وڃان!

مون سوچيو ته مون سکر ۾ پويان چار سال ڇڙ ته ڇلو ڪڍيو هو. ڏينهن ڪنهن واڳه جي وات ۾ رڙڪجي ويندو هو. سکر کان جيڪب آباد، سکر کان لاڙڪاڻي، سکر کان ڪراچيءَ، سکر کان خيرپور، مون کي وڪالت جي سلسلي ۾ ٿتيءَ ٿڏيءَ ڪيترا چڪر ڪاڍڻا پوندا هئا، ۽ جڏهن مان شام جو گهر موٽندو هوس ته منهنجو لڱ لڱ چور هوندو هو. صبح شام ساڳيو پورهيو، ساڳيا قانوني ڪتاب، ساڳيا لا رپورٽر، ساڳي بار روم ۾ ڪوڪلي ٺهه ٺهه، ننڍڙيون دليون،

انهن جا ساڙ وير، جل ڀڇ، چغليون، چڙ، پرائيءَ واقفيت سبب پنهنجي همعصر جي قد و قامت تسليم ڪرڻ کان انڪار، اجائي آڪڙ، پيپلز پارٽيءَ جا ڪيڙا ماڪوڙا جي ان تي وڙهندا هئا ته چار ان-ڪٺا ڪير پنهنجي ٻير ۾ ڪٺي وڃي ۽ پوءِ فقير درويش به جان درويش.... گليور جون ٻانهون رسيءَ سان ٻڌل ۽ ليلي‌پٽ جا چامڙا.... انهن جي سس پس، ڏند ڏيڙ....

مون دنيا بدلائڻ چاهي هئي، سنڌ ڪنهن حد تائين بدلائي وڌي هئي، مون ڪي ڪنهن اجوري جي تمنا نه هئي، پنهنجا عهدا ازل ۾ هئا، پر هيءَ بوريت بي‌انتها بوريت....

ڪنهن ڪي آءُ پسائيان اندر جو ارمان، مون کان گيت رسي ويا.

۽ پوءِ مون کي اهو هيبت ناڪ واقعو ياد آيو.... ممتاز ڀٽو سنڌ جو چيف منسٽر هو. هن صوبائي اسيمبليءَ ۾ بل آندو، جنهن موجب سنڌيءَ کي سنڌ جي صوبائي ٻولي تسليم ڪري، ان کي ڪجهه واضح حيثيت ڏني وئي. جيئن بل اسيمبليءَ ۾ آيو، اردوءَ وارن ۾ اشتعال جي فضا ڦهلجي وئي. رئيس امروهيءَ "اُردو کا جنازا ہے ذرا دھوم سے نکلے" جهڙا پرڪائيندڙ نظم لکيا. ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي گورنر، مير رسول بخش ٽالپر، جي قبر ٺاهي وئي— توڙي مير رسول بخش چوندو هو ته مان پنهنجي مافي‌الضمير جو صحيح اظهار فقط اردو ۾ ڪري سگهندو آهيان! ڪراچيءَ ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ ٻوليءَ جي مسئلي تي باهه ڀڙڪي اٿي. واٽهڙو، جن کي اردو يا سنڌي لکڻ به نه ايندي هئي، انهيءَ ڪري چرا هٿي ماريا ويا، هنن جون اکيون ڪاڏيون ويون ۽ زبانون ڪپيون ويون ڇاڪاڻ جو انهن مان ڪن جي مادري ٻولي سنڌي هئي ۽ ڪن جي اردو هئي. مون کي سنڌيءَ سان بي انتها محبت آهي پر مون کي ڪنهن به ٻوليءَ کان نفرت نه آهي ۽ مان دنيا جي هر ٻوليءَ کي پنهنجي ٻولي سمجهندو آهيان.

ڪنهن به ٻوليءَ جي غير عوامي رجعت پسند ڪردار ڪي واڌڪو ڪرڻ ۽ ان کي ترقي پسند رخ ڏيڻ لاءِ حالتون پيدا ڪرڻ، ان ٻوليءَ جي مخالفت نه آهي پر صحيح معنيٰ ۾ موافقت آهي. مان اردوءَ ڪي اردو وارن ڪان وڌيڪ چاهان، ڪنهن به اردو شاعر مون وانگر امير خسرو جي مزار تي گلن جا هار نه وڌا آهن، جنهن اردو شاعريءَ جون پهريون سٽون لکيون هيون. ڪنهن به اردو شاعر مون وانگر ”امير خسرو پنهاري سي“ جهڙو نظم نه لکيو آهي ۽ نه امير خسروءَ جي انداز ۾ نيون ڪه - مڪرنيون (ڳجهارتون) لکيون آهن. جڏهن اردوءَ جو چوٽيءَ جو اديب سبط حسن پنهنجي رسالي ”پاڪستاني ادب“ جو امير خسرو نمبر ڪڍي رهيو هو ته مون هن کي پنهنجي سنڌي نظم ”امير خسرو پاڻياريءَ کي“ جو منظوم اردو ترجمو اشاعت لاءِ موڪليو هو. ان تي هن مون کي لکيو هو ته جي مان هن کي اهڙا چار پنج ٻيا نظم امير خسروءَ تي موڪليان ته هو فقط منهنجا نظم امير خسرو نمبر ۾ شايع ڪندو ۽ ٻئي ڪنهن به اردو شاعر کي مون سان شريڪ ڪرڻ نه چاهيندو ڇو ته ٻيا اردو شاعر ته امير خسرو تي رکو قصيدا لکي رهيا هئا جن ۾ روح عصر جو ڪوئي شعور نه هو. مون هن کي چار ٻيا نظم موڪليا ۽ هن منهنجا پنج ئي نظم ”پاڪستاني ادب“ جي امير خسرو نمبر ۾ شايع ڪيا ۽ ڪنهن به اردو شاعر کي مون سان شريڪ نه ڪيو ۽ انهن اردو نظمن ۾ منهنجا به نظم لطيف ۽ خسروءَ تي به هئا ۽ انهن مان هڪ نظم ۾ انهيءَ پيانڪ دور جي ياد به هئي جنهن ۾ ٻوليءَ جي مسئلي تي سنڌ ۾ فساد ٿيا هئا ۽ جنهن ۾ هيٺيون سٽون به هيون جي هڪ نئينءَ سنڌ جو تصور پيش ڪن ٿيون، جا اڃا وجود ۾ اچڻي آهي.

.... .... .... ....

اس طرف بھی میرا گرم لہو
اُس طرف بھی میرا گرم لہو
کیوں پانی بن کر بہتا ہے؟
تاریخ کے خونیں سفاکو
تم کب تک خون بہاؤ گے
اور کب تک یہ بسراؤ گے
یہ میری زباں
یہ ان کی زباں
ہے ایک ہی لوری
دونوں کی ماں
لوری جو خاموش زباں سے
اس دھرتی کی کوکھ سے نکلے
نئے جنم کو تکتی ہے۔

سنهنجي اردو نظمن جو اڻ ڇپيل مجموعو ”نيل کنٿه اور نيم کے پتے“ پڙهي هڪ اردو شاعر مون کي خلوص سان چيو هئو ته ”نون نه فقط سنڌيءَ جو پر سنڌ ۾ اردوءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهين.“ جنهن تي مون هن کي جواب ڏنو هو، ”ميان! مان ڪالي داس کان پوءِ ڪنهن کي نئو ميجان ۽ ڪاليداس وانگر ڪنهن چندرگپت موريه جو ڪاٺيارو به نه رهيو آهيان.“

ها، مان اردوءَ جي رجعت پسند ڪردار کي به چڱيءَ طرح سڃاڻان ۽ انهيءَ ٻوليءَ جو، جا قلعه معليٰ ۾ پاڻيچاري، ڌرتيءَ جي لڳاوَ ۽ انسان دوستيءَ جي ٻولي ٻڻجي پيدا ٿي هئي، قطب شاهه جي دؤر ۾ حيدرآباد دکن ۾ ڪنهن سائيءَ ول وانگر وڌي هئي ۽ دهلي دربار ۾ پهچي ڪنهن وڻ ويڙهيءَ ۾ وچڙي وئي هئي، اڄ کان پنجاهه سال پوءِ مستقبل ۾ ان جو جائز مقام ڇاڻان ٿو. هائو، مون کي اردوءَ کان ڪا نفرت ڪانه هئي؛ جي نفرت هئي ته انهن مطلب پرستن لاءِ هئي جي پنهنجن سياسي ۽ ذاتي مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ ٻوليءَ کي

ذريعو ٻڌائي استعمال ڪري رهيا هئا. مون نه ٿي چاهيو ته ٻولين جي جهيڙي ۾ پساري ۽ پنواڙي ماريا وڃن- شاگردن، هارياڻين، هارين تي شرمناڪ حملا ڪيا وڃن، ٻولين جا ٻول وساري انسان هڪٻئي کي درندن وانگر چيرڻ چنگهارڻ لڳن. ته، اهو ٻوليءَ جي مسئلي جو حل نه هو. اوچتو شام جي وقت ريڊيو تي اعلان ٿيو ته وزيراعظم چاهيو آهي ته جي. ايم. سيد، پير حسام الدين راشدي، قاضي فيض محمد ۽ آءٌ ٻوليءَ جي مسئلي جي حل لاءِ راولپنڊيءَ پهچي وڃون. مون سوچيو ته مان نه وڃي سگهندس. ماڻهو ٻوليءَ جي مسئلي تي ٻانورجي پيا آهن ۽ هنن جي ڳالهين مان رت جي بوءِ ٿي اچي. اڳ به ٻوليءَ واري جهيڙي ۾ مون تي خوني حملو ڪرايو ويو هو. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي رنوڇاڻ جا ڇنڊا سکر تي پوندا ۽ ان ڪري بهتر ائين ٿيندو ته ٻارن کي وٺي ڪجهه ڏينهن لاءِ ڪوئيٽا هليو وڃان. مان اڃان زرينه سان ڳالهائي رهيو هئس، جنهن پريو ترديو گهر تالو هڻي ڇڏڻ نٿي چاهيو، ته ايتري ۾ اسلام آباد مان پاڪستان جي وزير تعليم جناب حفيظ پيرزادي جو فون آيو جنهن چيو ته مان ڪيئن به پنڊيءَ هليو اچان. مون هن کي پنهنجي مجبوري ٻڌائي جنهن تي هن چيو، ”تون فڪر نه ڪر، تنهنجي گهر جي ٻاهران ويهه هٿياربند پوليس وارا پهچي ويندا ۽ تيستائين پهرو ڏيندا رهندا جيستائين حالتون ٺيڪ ٿين؛ تون سپاڻي هوائي جهاز ۾ هليو اچ.“ مان رشيد ڀٽيءَ کي ساڻ ڪٺي پنڊيءَ پهتس. قاضي فيض محمد پهچي چڪو هو، سيد ۽ راشدي نه آيا. مون ۽ قاضي فيض محمد، حفيظ پيرزادي، معراج محمد خان، ملڪ معراج محمد ۽ شيرپاءُ تي مشتمل ڪميٽيءَ جي اڳيان ڪافي وقت ڳالهايو ۽ حفيظ پيرزادي منهنجي تقرير جا پنهنجن هٿ اکرن ۾ نوٽ ورتا جي پوءِ ڀٽي صاحب قومي اسيمبليءَ ۾ پنهنجي تقرير ۾ ڪم آندا. شام جو پيرزادو صاحب انٽرڪانٽيننٽل هوٽل ۾ مليو.

اسان ٻوليءَ جي معاملي تي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي ۽ ان تي متفق ٿياسين ته بل ۾ مناسب ترميم ڪئي وڃي ۽ اجائي خونريزي بند ٿيڻ گهرجي.

جڏهن مان سکر موٽي آيس ۽ بار روم ۾ ويس تڏهن مون کي معلوم ٿيو ته جي. ايم. سيد سکر آيل آهي ۽ ڪجهه وڪيل ان راءِ جا آهن ته هن کي بار جي پاران دعوت ڏني وڃي ته جيئن هو ٻوليءَ جي مسئلي تي ڳالهائي. مون هنن کي گهڻو ئي سمجهايو ته معاملي کي وڌائڻ اجايو آهي، ان مان ڪجهه ورڻو نه آهي، اوهان موجوده حالتن ۾ ٻوليءَ جي فسادن جا نتيجا ڏٺا سمجهي سگهو، اوهان سڀ پيپلز پارٽيءَ ۾ آهيو ۽ پارٽي اوهان کي انهيءَ مسئلي کي اپارٽ جي اجازت نه ڏني آهي. هنن صرف اهو ڏيکارڻ لاءِ جي. ايم. سيد کي هوٽل انٽرپاڪ ۾ دعوت ڏني ته مان ڏڄي ويو آهيان. ٻئي ڏينهن تي مان هوٽل انٽرپاڪ پهتس ته جي. ايم. سيد کي دل جي تڪليف ٿي پئي هئي ۽ هو هڪ ڪمري ۾ ليٽيل هو ۽ ڪجهه وڪيل ٻئي ڪمري ۾ جذباتي تقريرون ڪري رهيا هئا. مان پنهنجي سنڌ "هي اڻ ڇاڻ ڇاڻو، هي ٻي سمجهه سمجهو" جهونگاري گهر موٽي ويس. ٽئين ڏينهن تي جي. ايم. سيد ۽ نواب مظفر کي نظربند ڪيو ويو. مون بار روم ۾ وڪيلن کي چيو ته "پلا هاڻي جي. ايم. سيد جي رهائيءَ لاءِ ڪوئي ٺهراءُ ته بحال ڪيو" پر هو ڦڪي ڪل ڪلي، ڳالهه لنوائي ويا.

اهڙي ماحول ۾ جتي انسان کي بيحد تنهائيءَ جو احساس هجي، جتي ٿوريءَ ڦير گهير سان انگريزي قانون تي ساڳيا بحث مباحثا ٿيندا هجن، جي هڪ سؤ سالن کان وڪيل ڪارا جبا پائي ڪندا آيا آهن، جتي زندگيءَ جو تڪ فقط انهيءَ پوڙهيءَ ماءُ جي مرڪ لاهيندي هجي، جنهن جي پٽ کي مون ڦاسيءَ کان ڇڏايو هجي ۽ جتي انهيءَ مرڪ جي پٺيان ٻيءَ ماءُ جا ڳوڙها هجن جنهن جو پٽ خون ٿي ويل هجي،

مان واقعي بيزار ٿي پيو هئس. ها، ڪڏهن ڪڏهن مان ان ماحول مان نڪري ويندو هئس. شهر جي ٻاهران سارين جو اوپر اٿندو هو ۽ مان ان ڏانهن وڌندو ويندو هئس. ان خوشبوءِ ڏانهن، مري ويل ولهارن ڏانهن، جتي ڏڻ ڏڏائتا هوندا آهن، ننڍڪي جهاپي ڪان پري، اجائي ڪوڙڳهمسان ڪان پري، جتي ماڻهو ۽ مرونءَ جي سڃاڻ آهي، جتي پيسو سڀڪجهه نه آهي ۽ سڀڪجهه پيسو نه آهي، املهه ماڻهپي جي پٽيان، آجڪائيءَ جي پٽيان، ڪليل هوا ۾ ٿمن جي ٻور ۽ سرنهن جي گلن هيٺان ساه ڪڻڻ لاءِ.

۽ پوءِ اهين ڪجهه سال گذري ويا، سنڌ پنهنجي سياسي فيصلي جي منطقي زنجير ۾ جڪڙيل رهي. رات جا ڏهه لڳا هئا. مان مائڪوسڪي جي نظمن جي ماسڪو اشاعت (Poems-Vladimir Mayakovsky) واڊڪا جي گلاس وانگر ڍڪ ڍڪ ڪري پي رهيو هئس. منهنجون اکيون مائڪو-وسڪيءَ جي هيٺين سٽن تي کپي ويون هيون:

Shine up high
Shine down on earth
till life's own source
runs dry
Shine on-
for all your blooming
worth.
So say
both sun
and I!

۽ مان سوچي رهيو هئس ته هيڙي شعلہ نوا، رجائيت پسند شاعر خودڪشي ڇو ڪئي؟ مون نه رڳو اشتراڪيت پسند استاد پر اشتراڪيت پسند اديب به پڙهيا هئا. پوءِ اهو هاورڊ

فاسٽ (Howard Fast) هو يا ”ڊيلي ورڪر“ جو ايڊيٽر ڊگلس هائيڊ (Duglous Hyde) هو يا ٻيا ڪيئي اهڙا اديب هئا جي اشتراڪيت کان ڪناره ڪش ٿي چڪا هئا؛ ڪنهن به ان ڳالهه جو تسلي بخش جواب نه ڏنو هو ته مائڪوسڪيءَ جوانيءَ ۾ خودڪشي ڇو ڪئي هئي؟ مائڪوسڪي – جو روسي انقلاب جو عظيم ترين شاعر هو.

ايتري ۾ فون جي گهنٽي وڳي. مون ڪي پنهنجي محويت ۾ ڏسي، منهنجي پٽ سليم فون کنيو. سليم فون تي اردوءَ ۾ چيو، ”ويٺو آهي، سڏيانس ٿو.“ ۽ پوءِ مون کي چيائين، ”بابا پرائيم منسٽر جو ملٽري سيڪريٽري اوهان سان ڳالهائڻ ٿو چاهي.“ هن جي منهن تي حيراني/هراس جا جذبا هئا. مون فون تي انگريزيءَ ۾ چيو ”هيلو، مان شيخ اياز ٿو ڳالهايان.“ ملٽري سيڪريٽريءَ انگريزيءَ ۾ چيو، ”شيخ صاحب، مان پرائيم منسٽر جو ملٽري سيڪريٽري ٿو ڳالهايان. پرائيم منسٽر اوهان سان ڳالهائڻ ٿو چاهي.“

مون فون تي انتظار ڪيو ته هن جو سنڌيءَ ۾ آواز آيو، ”شيخ! مان پٽو ٿو ڳالهايان. خوش آهين؟“

”سائين، اوهان خوش آهيو؟“

”شيخ! مان توکي هڪ ڪم سپرد ڪرڻ ٿو چاهيان؛ وعدو ڪر ته ڪندين.“

”جي منهنجيءَ وس ۾ هوندو ته ضرور ڪندس.“

”هائو، هائو، تنهنجي وس ۾ آهي. مان چاهيان ٿو ته تون سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر ٿيءُ.“

مون کي ڪجهه جهٽڪو آيو ۽ مون کسڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”مان هن وقت تائين ڪنهن به اداري جو منتظم نه رهيو آهيان. مون کي ان قسم جو ڪو تجربو نه آهي.“

”مان اڳي پاڪستان جو وزير اعظم رهيو هئس ڇا؟

پوءِ ٻه پاڪستان هلائي رهيو آهيان نه؟ تون يونيورسٽي هلائي نه سگهندين! هلائي ويندين، هلائي ويندين!"

"پر حالات ته اوهان ڇاڙو ٿا...."

"ڇاڙان ٿو، ڇاڙان ٿو" پيٽي صاحب چيو، "حالتون درست ٿي وينديون. اها منهنجي حڪومت جي ذميداري آهي. هاڻي پڪ ڏي، پڪ؟ پڪ؟ پڪ؟"

۽ پوءِ مون اها نوڪري قبول ڪئي ۽ ڪن چيو ته مون سياسي/ادبي خودڪشي ڪئي. ڇو؟ ڇو؟؟ ڇو؟؟؟ شايد ان ڪري ته ڪجهه سال اڳ مان ڏاڍو بيمار ٿي پيو هئس ۽ جناح اسپتال ۾ ٻه ڏينهن موت جي بستري تي پيو هئس. رباني ۽ ابراهيم ساري رات جاڳندا هئا، ۽ جمال ابڙو، جو روس وڃي رهيو هو، ڇڙ اسپتال ۾ مون سان الوداعي ملاقات لاءِ آيو هو. ڇا، مون سرڪاري نوڪري ان ڪري قبول ڪئي هئي، جو مون ۾ ايتري جان نه رهي هئي ته وڌيڪ ويڙهه ڪاڻي سگهان؟

يا مان پنهنجي موجوده زندگيءَ مان بور ٿي پيو هئس ۽ مون کي ماحول جي تبديليءَ جي ضرورت هئي؟ جڏهن باربڊوس (Barbados) مان سندريءَ مون کي خط لکيو هو تڏهن منهنجيءَ دل چاهيو هو ته مان به ڪئريبين سمنڊ (Caribean Sea) جي ان جزيري ۾ هفتو کن رهي اچان، پر پاسپورٽ ملڻ جو امڪان نه ڏسي، ڪيئي ڏينهن بوريت محسوس ڪئي هيم. ڇا، سرڪاري ملازمت ان بوريت مان فرار جي ڪوشش هئي ؟

يا سبب رڳو اهو هو ته جمهوري حڪومت جو ڪوئي نعم‌البدل ڪونه هو ۽ ان ڪري مون خود ان سان تعاون ڪرڻ چاهيو ٿي؟

مون سوچيو، "هاڻ مان ادبي وفد جو سربراه ٿي روس وڃي رهيو آهيان ۽ چوويهن ڪلاڪن ۾ مون کي پاسپورٽ ملي چڪو آهي! هاڻي مان ماڪووسڪيءَ جي خودڪشيءَ

جي باري ۾ معلومات حاصل ڪري سگهندس.“ اوچتو منهنجي وڪالت جي تجربي منهنجي دل ۾ هڪ گمان پيدا ڪيو — اڄين ته نه آهي ته ماڻڪووسڪيءَ ڪـي اسٽالن قتل ڪرايـو هو ۽ واردات خودڪشيءَ جي ڏاهي وئي هئي؟ قتل/خودڪشي؟ قتل/خودڪشي؟ سوچيندي، منهنجي اک لڳي وئـي ۽ جاڳ جهٽڪي تي ٿي، جڏهن هوائي جهاز ماسڪو ايئرپورٽ تي لٿو. ●

پروفيسر ٻوزڪرٽ گونچ (Bozkurt Guenc) سان منهنجي ملاقات ترڪيءَ ۾ گهرايل يونيسڪو ڪانفرنس ۾ ٿي. ڪانفرنس ۾ ترڪي، ايران، پاڪستان ۽ يو. ڪي. (U.K.) جا وائيس چانسيلر/ريڪٽر حصو وٺي رهيا هئا. پروفيسر گونچ پنهنجيءَ تقرير جي دوران گريٽ برٽن (Great Bertain) لفظ ڪم آندو پر يڪدم پاڻ کي درست ڪندي چيائين، ”ساري، برٽن اڳي گريٽ (عظيم) هو، هاڻي نه آهي. منهنجو اشارو يو. ڪي. ڏانهن آهي.“ ان تي انگلنڊ ۽ اسڪاٽلنڊ جي يونيورسٽين جي ريڪٽرن جا منهن رڪ ٿي ويا. پروفيسر گونچ جي تقرير کان پوءِ ٻنپهرن جي مانيءَ لاءِ وقفو ڪيو ويو. اسان جي ماني استنبول جي ڪنهن هوٽل ۾ هئي. مانيءَ جي ميز تي پروفيسر گونچ منهنجي پرسان ويٺو هو؛ هو بيئر پي رهيو هو ۽ مان ڪمپاري (Campari) پي رهيو هوس. ڳالهيون ڪندي هن ترڪي تربوز جي هڪ ڦار مون ڏانهن وڌائي، ته مون هن کان پڇيو، ”پروفيسر گونچ! اڄ تو انگريزن کي اها چهنڊڙي ڇو پاتي؟ انگلنڊ ۽ اسڪاٽلنڊ جا ريڪٽر ڪيڏو نه مايوس ٿي ويا!“ گونچ جواب ۾ چيو، ”هنن کي چهنڊڙي به نه پايان! منهنجو ڏاڏو انگريزن سان وڙهندي مئو، هن وقت انگريز هڪ ٿرڊ ريٽ پاور (Third rate power) آهن، هنن کي آئينو به نه ڏيکاريان!“ ان تي مون چيو، ”انگريز سامراج جو دشمن ته مان به هوس پر....“، مون ڳالهه کي وڌيڪ ڊيگهه ڏيڻ مناسب نه ڄاتي. مون پروفيسر گونچ جي ڳالهين مان ائين سمجهو ته هو ڪنهن قسم جو سوشلسٽ هو جنهن تي ڪمال اتاترڪ جو فڪر حاوي هو. هن کي اها خبر به هئي ته پاڪستان جي شهر لاڙڪاڻي ۾ سوئيڪارنو ۽ ڪمال اتاترڪ جا يادگار ٺهرايا ويا آهن.

ٽئين ڏينهن اسان سيئي نمائنـدا هوائـي جهاز ۾ انقره پهتاسين. ساڳئي ڏينهن مان ۽ پاڪستان جا ٻيا وائيس چانسيلر، پروفيسر گونيچ سان گڏجي حاجت ٽوپي يونيورسٽي ڏسڻ وياسين. يونيورسٽيءَ جـي ٻاهران سنگ اسود (ڪاري گرئنائيٽ) مان گهڙيل اتاترڪ جو ديوقامت مجسمو ڪتل هو. مجسمي ۾ ڪمال اتاترڪ جو رڳو منهن ڏيکاريل هو، هن جو بدن لهرين وانگر ٿي لڳو ۽ هن جوڪ‍ٻو هٿ مٿي ڪڇيل پر ڪليل هو. مجسمي جي پيُيان پٿر مان گهڙيل ڇوڪرو ۽ ڇوڪري رائيفلون جهلي بيٺا هئا ۽ ڄڻ اتاترڪ کي سهارو ڏئي رهيا هئا. مجسمي جي هيٺان پٿر تي آڪريل هو، ”تو لاءِ ان کان وڌيڪ فخر جي ٻي ڪائي ڳالهه نه آهي ته تون ترڪ آهين.“

پروفيسر گونيچ اسان کي ٻـڌايو تـه جڏهن هـو ترڪي حڪومت جي وزارت ۾ هو تڏهن هن اهو مجسمو ٺهرايو هو. هن سنگ تراش کي ڪنهن خاص تصور کي مجسم ڪرڻ جي فرمائش ڪئي هئي. پوءِ هن اسان کان پڇيو ته ”اوهان مجسمي مان ڇا ٿا سمجهو؟ ڇئي سگهندؤ ته ان ۾ ڪهڙو تصور پيش ڪيو ويو آهي؟ مون سان گڏ ٻيا وائيس چانسيلر اڃا ڪجهه سوچي رهيا هئا ته مون هن کي چيو، ”اتاترڪ هڪ تحريڪ هـو ۽ ان ڪري هن جي جسم کي لهرون لهرون جهڙي وانگر پيش ڪيو ويو آهي؛ هو ڪاهيءَ ڏر جو هو پر اشتراڪي نه هو، ان ڪري هن جوکٻو هٿ اڀو آهي پر ڪليل آهي ۽ لينن جي مٺ وانگر بند نـه آهي؛ ۽ هن نوجوان نسل جي ساٿ سان انقلاب آندو هو ۽ مرد ۽ عورت کي هڪجهڙا حق ڏنا هئا، ان ڪري ترڪ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري هن کي پٺيان ٽيڪ ڏئي رهيا آهن.“ ان تي پروفيسر گونيچ مرڪي مون کي ڀاڪر پاتو.

ڳالهه ڪندي مون گونيچ کي ٻڌايو تـه مان بـه هن وانگر اشتراڪي نه آهيان پر مون کي ناظم حڪمت جي شاعريءَ سان رغبت رهي آهي ۽ هن جا ڪافي ترجما انگريزيءَ ۾ پڙهيا

اٿم. مون هن کي ٻڌايو ته مغربي فلسفيءَ برڪلي (Berkley) کي مخاطب ڪري لکيل ناظم حڪمت جي نظم ”او برڪلي!“ مون کي ايترو ته متاثر ڪيو هو جو مون سنڌ جي هڪ ويدانتي شاعر ساميءَ کي مخاطب ڪري پنهنجو نظم ”نوان سلوڪ“ لکيو هو. جيتوڻيڪ ٻنهي نظمن ۾ ڪائي مشابهت نه آهي تڏهن به منهنجي سنڌي نظم لاءِ جذبو ناظم حڪمت جي نظم آياريو هو. اهو ٻڌي، پروفيسر گونچ ڏاڍو خوش ٿيو. چيو ته ناظم حڪمت هن جو محبوب ترين شاعر هو. هن ناظم حڪمت سميت ٻين به ڪيترن ئي ترقي پسند ترڪ شاعرن جو ذڪر ڪيو ۽ ناظم حڪمت جي نظم جا ڪي حصا مون کي پڙهي ٻڌايا ته جيئن مان ناظم حڪمت جي ترنم جي جوارڀاٽا محسوس ڪري سگهان. مون کي ترڪي زبان ته نه ٿي آئي، پر ناظم حڪمت جي انهيءَ نظم مون کي اهو تاثر ڏنو ته سمنڊ ۾ ٻيڙي ڇولين تي چڙهي رهي آهي. ترنم ڪجهه هيئن هو:-

مٿي وڃي
هيٺ وڃي
مٿي وڃي
مٿي، مٿي، مٿي وڃي
هيٺ، هيٺ، هيٺ وڃي
هيٺ مٿي، هيٺ مٿي
وڃي وڃي وڃي وڃي—

اوچتو پروفيسر گونچ چيو، ”شاعر! تو کي خبر آهي ته ترڪيءَ ۾ اڄڪلهه ناظم حڪمت تي بندش آهي؟“

مون هن کي مرڪي چيو، ”نه، مون کي اها خبر نه آهي، باقي اهو ڄاڻان ٿو ته ناظم حڪمت روس ۾ نوَ سال جلاوطن ٿي رهيو هو ۽ مري به اتي ئي ويو هو. مون تي پاڪستان جي حڪومت ايترو اعتبار ڪيو آهي، جو هتي بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ موڪليو هئائين، پر پوءِ

به اچا تائين منهنجن ٽن ڪتابن تي بندش آهي.“

پروفيسر گونچ به مرڪي ڪو ۽ چيائين ”شاعرن سان ائين ڪڏهن ٿيندو آهي ۽ حڪومتن ڪان وسري ويندو آهي ته هنن جي ڪتابن تي بندش وڌي وئي آهي. بودليئر ته ترقي پسند ڪونه هو پر فرانس جي بورجوازيءَ هن جي شعر جي هڪ حصي تي ان ڪري بندش وڌي هئي، جو بودليئر جي زندگي ۽ شاعري بورجوا اخلاق جي تصور لاءِ هڪ وڏي گار هئي. بودليئر جي شاعريءَ تي اها بندش لڳ ڀڳ سئو سال قائم رهي. فرانس جي حڪومتن ڪان اهو وسري ويو ته فرانس جي وڏي ۾ وڏي شاعر جي سٺي ۾ سٺي شعر تي بندش وڌل آهي ۽ اهو انگريزي ترجمي ۾ ته ملي سگهي ٿو پر فرينچ ٻوليءَ ۾ ناياب آهي! رڳو ڪجهه سال اڳ اها بندش لاٿي وئي آهي.“

انقره ۾ اسان ريڪٽر ڊراماشيءَ جي ذاتي مهمان خاني تي قيام ڪيو هو. رات جو آتي ٿي اسان کي مانيءَ جي دعوت هئي. مون هيٺ لائونج ۾ وسڪي پئي پيتي ۽ پاڪستاني مهمانن کان سواءِ، ٻيا سڀ مرد ۽ عورتون جي آتي موجود هئا، ڪجهه نه ڪجهه پي رهيا هئا ۽ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. ايتري ۾ پروفيسر گونچ آيو ۽ وسڪيءَ جو گلاس ڏاهي منهنجي پرسان اچي ويٺو. هن جي هٿ ۾ هڪ بنڊل هو، جو هن مون کي هٿ ۾ ڏئي آهستي چيو، ”مٿي وڃي، هي پنهنجي پلنگ جي هيٺان رکي آءُ.“ مون بنڊل هٿ ۾ ورتي، هن کي ساڳيءَ ريت رازدارانه سرگوشيءَ سان چيو، ”هن ۾ ڊائنامائيٽ آهي ڇا؟“ هن کلي، مون کي، مٿي وڃڻ لاءِ اشارو ڏنو. مون پنهنجي ڪمري ۾ مٿي وڃي، پڙڪيٽ پلنگ جي هيٺان سرڪائي ڇڏيو ۽ پوءِ هيٺ موٽي آيس. اچڻ سان مان گونچ کان آهستي پڇيو، ”پڙڪيٽ ۾ ڪجهه ڪاغذ يا ڪتاب پئي محسوس ٿيا.

ڇا، ان ۾ ٽي.ڪي.پي * (T.K.P.) جي ڪائي خفيه لٽريچر آهي؟"
"نه" گونچ جواب ڏنو.
"نڌهن ڇا آهي؟" مون پڇيو.
"تون ٽي ٻڌاءِ ته تولاه هڪ ترڪ رفيق جو ڪهڙو تحفو ٽي سگهي ٿو؟" پروفيسر گونچ، وسڪيءَ جو ڍڪ پيئندي، پڇيو.
مون کي ڪوئي جواب سُجهي نه آيو.
پروفيسر گونچ، جو قد ۾ مون کان ڪجهه ڊگهو هو، ڪجهه جهڪي آيو ۽ منهنجي ڪن ۾ سس پس ڪيائين، "پئڪيٽ ۾ ناظم حڪمت جا ترڪي زبان ۾ بندش هيٺ آيل ڪتاب آهن. متان ڪنهن کي ٻڌائين ته مون اهي توکي ڏنا آهن! جي ترڪيءَ جي حڪومت کي اها خبر پئي ته منهنجي ڪل لاٿي ويندي!"
هن جو گلاس منهنجي گلاس وانگر خالي ٿي چڪو هو. هن مون کان خالي گلاس وٺي ٻئي گلاس وسڪيءَ سان پري ڇيو، "هي نيٽ (Neat) ٿا پيئون." پوءِ پنهنجو گلاس مٿي ڪري منهنجي گلاس سان ٽڪرائي چيائين، "ناظم حڪمت جي نالي"، "ناظم حڪمت جي نالي"، مون ورائيو ۽ گلاس چپن تي رکي گهٽ ڏني، جيستائين منهنجا ڦڦڙ باهه ۾ وڪوڙجي ويا.
پروفيسر گونچ وري ڪجهه جهڪي آيو ۽ مون کي ڪن ۾ سرباٽ ڪيائين، "ڇا معلوم، ڪنهن وقت ڪوئي پاڪستاني اديب پنهنجي ترڪ مهمان کي تنهنجن بندش پيل ڪتابن جو بنڊل ڏئي ڇڏي، "هن ۾ ڊائناماٽيٽ آهي، ان کي پنهنجي ڪمري ۾ ڇپائي اُهُ. جي هنن کي خبر پئي ته مون توکي اهي ڪتاب ڏنا آهن ته هو منهنجي ڪل لاهيندا." ●

---

* ٽي.ڪي.پي- بندش پيل ترڪش ڪميونسٽ پارٽي جنهن جو هيڊڪوارٽر ايران جي توده پارٽيءَ وانگر مشرقي جرمنيءَ ۾ آهي.

هو مون ني انانيت جو الزام رکي رهيا آهن، ۽ مون کي فرانسي آرٽسٽ، تلوس لوترڪ، جي زندگيءَ جو واقعو ياد اچي رهيو آهي. لوترڪ پئرس جي هڪ ڪئفي 'مولان روش' ۾ هميشه وانگر فرانسي دراندي (Absinthe) پي ڪري، ڪافي سرور ۾ هو، ته هن جي ڪنهن واقفڪار هن کي چيو، "ٻئي هفتي پرنس آف ويلس لنڊن ۾ تنهنجين تصويرن جي نمائش جو افتتاح ڪندو. وڏي عزت افزائي ٿيندي."

"ڪنهن جي عزت افزائي؟؟؟......"

لوترڪ نشي ۾ هن ڏانهن ڏسي پڇيو، "پرنس آف ويلس جي يا منهنجي؟" ●

منهنجو پيءُ ۽ ڏاڏو ٻئي يڪتاءِ روزگار ڪردار هئا، پر مون پنهنجي ڏاڏي جي ڀاءُ جي باري ۾ هڪ ڳالهه ٻڌي هئي، جا وساري نه سگهيو آهيان. هو هڪ درويش صفت انسان هو. هر رات هو ميٽ ۾ لهمي جا پن پچائي رکندو هو، ۽ منهن-انڌيري ۾، ٻه ميل پنڌ ڪري، شڪارپور جي ڳاڙهي بنگلي ڀرسان هڪ کوه تي وڃي وهنجڻو هو. کڻڙا ٻه ڀارا پوندا هئا، هو وهنجڻ ضرور ويندو هو.

هڪ ڀيري هو ٿڪ سياري ۾ وهنجي گهر موٽي آيو ته هن کي پنهنجيءَ قميص تي هڪ ڪِئلي نظر آئي. هن ڪئليءَ کي چپٽيءَ ۾ ڪڍي هڪ شيشيءَ ۾ رکيو ۽ پوءِ منهنجي ڏاڏي کي چيائين، ”مان کوه تي موٽي ٿو وڃان.“

”ڇو، اڃا هاڻي ته آيو آهين؟“ منهنجي ڏاڏي حيرت مان پڇيو.

”هيءَ ڪئلي منهنجن ڪپڙن تي انهيءَ کوه وٽان چڙهي آهي. ان جو گهر اتي ڪٿي کوه جي ڀرسان آهي. مان ان کي پنهنجي گهر ڇڏڻ ٿو وڃان،“ منهنجي ڏاڏي جي ڀاءُ وراڻيو، ”ڪنهن کي به پنهنجي گهر مان بي گهر ڪرڻ جهڙو وڏو گناه دنيا ۾ ڪوبه نه آهي.“

مان ۽ ابراهيم جوئيو هڪ پيري جهنگ مان وچي رهيا هئاسين. پنهي پاسي ديوين جا گهاٽا وڻ هئا. اسان ڪافي پنڌ ڪيو هو ۽ مون ڪي پيرن ۾ اڦون پئجي ويون هيون. آخر مون بيرڻي ابراهيم کي چيو، ”اسان دڳ ڀلجي ويا آهيون.“ هن مون کي ڌيرج ڏيندي چيو، ”نه، ڀليا نه آهيون؛ هلندو هل! منهنجو دڳ ڏٺل آهي هل، مان توکي ماڳ تي رسائيندس.“

هو مون کان ڏهه سال وڏو آهي ۽ مون کي هن جي بزرگيءَ لاءِ احترام رهيو آهي. پهرين مون هن تي ڀروسو ڪيو ته هو دڳ ڄاڻي ٿو ۽ هن سان گڏ هلندو رهيس. نه ماڻهو، نه ماڻهوءَ جي بوءِ! وڻن تي ڇپرا لڙڪي رهيا هئا. اسان هلندا رهياسين، هلندا رهياسين، ڪڏهن هيڏانهن، ڪڏهن هوڏانهن، ۽ نيٺ وڻن جي ڇانوري مان لهندڙ سج جو نارنگي شعلو نظر آيو ۽ اسان جهنگ مان نڪري آياسين. ان تي مون ابراهيم کي چيو، ”جي توکي دڳ جي خبر هئي ته تو اڻين ڊوماڙون ڇو پئي ڪاڍيون ۽ مون کي ايترو وقت ڇو پٽڪايئه؟ ڪنڊن ۾ منهنجا لٽا ڦاٽي پيا آهن، ۽ بدن رهڙجي پيو آهي ۽ منهنجا پير ٽڪجي شل ٿي پيا آهن!“

ان تي ابراهيم چيو، ”دڳ ڄاڻڻ ايترو اهم نه آهي جيترو پنڌ کي پيڙڻ، هلندو رهڻ، تيستائين هلندو رهڻ جيستائين جهنگ مان نڪري اچجي.“

”ان جي معنيٰ ته توکي خود دڳ جي خبر نه هئي!“ مون هن کي الزام ڏيندي چيو.

هن جي منهن تي مرڪ هن جي ڏوهه جي باس هئي. ●

## نيو فيلڊس جا جلد ايندڙ ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ١. | منهن تنين مشعل (خاڪا) | تنوير عباسي |
| ٢. | منهنجي دنيا، مرگهه ترشنا (ناول) | سراج |
| ٣. | علم تحقيق | الهداد ٻوهيو |
| ٤. | فرينچ انقلاب | محمد ابراهيم جويو |
| ٥. | اي جرني ٽُ ٿائلنڊ | الطاف شيخ |

## نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ١. | روس جو روس (سفرنامو) | جواهر لال نهرو |
| ٢. | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| ٣. | ونڊسر محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو |
| ٤. | وڄون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز |
| ٥. | تنهنجي دنيا، سپ رنگ سانول (ناول) | سراج |
| ٦. | شاهه لطيف جي شاعري (ٽي جلد) | تنوير عباسي |

## پڙهندڙن لاءِ خوشخبري

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ٠٢ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٣ | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠۴ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠۵ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٦ | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٧ | ۴- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | -/٢٠ |
| ٠٨ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ٠٩ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | -/۴۵ |
| ١٠ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ١١ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | — | (ختم ٿيل) |
| ١٢ | ٽڏا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ١٣ | واديون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ١۴ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | — | (ختم ٿيل) |
| ١۵ | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ١٦ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| ١٧ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ١٨ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ١٩ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ٢٠ | دل اندر درياءَ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ٢١ | دل جو بندر (ناول) | انورل آئيويس/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ٢٢ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/١٢ |
| ٢٣ | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| ٢۴ | ڪنهن سان سور سليمان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ٢۵ | فڪر جي آزادي | آسٽيفن زويگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ٢٦ | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٦ |
| ٢٧ | غلامن جو بيڙو (ناول) | ايرڪ ڪاربر/دوست محمد ڀٽي | (ختم ٿيل) |
| ٢٨ | سي ڏي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١۵ |

٢٩. عاشي(ناول) هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٠. سي پيڙيون رکين پاڄهه سين (سفرنامو) الطاف شيخ -/٢٠
٣١. سڌارٿ (ناول) هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٢. چپان رس (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٣. روح جي گولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٤. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف (ختم ٿيل)
٣٥. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٦. سورج هوندي مرجهايل(ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٣٧. آسيه (ناول) هينري رائڊرهئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٨. قلندر (ڪهاڻيون) قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي -/١٢
٣٩. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٠. سزا جا سک آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي -/١٢
٤١. بهترين سفرناما الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٢. للڪار(ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٤٣. ٽڪل سريت(ڪهاڻيون) البرٽوموراويا/وليرام ولڀ -/١٥
٤٤. لنڊن ٽائين لفٽ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٥. تصويرجو خون آسڪروائلڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
(پڪچر آف ڊورين گري) (ناول)
٤٦. حليم شو حليم بروهي (ختم ٿيل)
٤٧. پارن جون آکاڻيون الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٨. سپون خليل جبران/فضل احمد بچاڻي -/٢٥
٤٩. سفريورپ جي ڊائري(سفرنامو) قاضي عبدالمجيد عابد -/٤٠
٥٠. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) مرتب: فيروز احمد (ختم ٿيل)
٥١. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)
٥٢. مس سدا بهارچنبيلي (ناول) الطاف شيخ -/٢٠
٥٣. پيار ڪهاڻي (ناول) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٥٤. نيگروعشق ۽ بغاوت ڪرسٽوفرنڪول/نصيراعجاز (ختم ٿيل)
٥٥. شرم پوتي (ناول) گوبند مالهي (ختم ٿيل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠٥٦ | اکي ايٿن هياس (جلد ١) | فضل احمد بچاڻي | ٢٠/- |
| ٠٥٧ | پڙهه ڪان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ١٦/- |
| ٠٥٨ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | ١٦/- |
| ٠٥٩ | رڃ ۾ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٠ | مون تو کي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيرانندڻي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦١ | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٢ | شاهه لطيف جي شاعري (جلد II) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٣ | آڳي گهوٽ ته نشا ٿيوئي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڏيجا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٤ | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٥ | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | ١٢/- |
| ٠٦٦ | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٧ | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٨ | پيغامبر | خليل جبران/ستار | ٢٠/- |
| ٠٦٩ | همه اوست (ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٠ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | ١٢/- |
| ٠٧١ | آئيني جي اڳيان | ١٧ ساهتڪار | ١٢/- |
| ٠٧٢ | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٣ | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ٣٠/- |
| ٠٧٤ | اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٥ | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٦ | اکي ايٿن هياس (جلد ٢) | فضل احمد بچاڻي | ٢٥/- |
| ٠٧٧ | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٨ | وات ويندي | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٩ | مڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٣٥/- |
| ٠٨٠ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | ١٥/- |
| ٠٨١ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | ٣٥/- |
| ٠٨٢ | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٣٥/- |
| ٠٨٣ | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۰۸۴ | پکّت سنگهہ کي ڦاسي | شيخ اياز | ۲۵/- |
| ۰۸۵ | ست يوگوسلاوياڻي آکاڻيون | جگت آڏواڻي | ۱۰/- |
| ۰۸۶ | ست ڪشميري آکاڻيون | اخترمحيعدين/ايشورچندر | ۱۲/- |
| ۰۸۷ | پن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ۱۰/- |
| ۰۸۸ | ڪوالالمپور ڪجهہ ڪوہ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۸۹ | ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۰ | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۱ | گانڌي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۲ | پکّل ڪنيڙاڻيون | خليل جبران/عبدالله الفائز | ۲۵/- |
| ۰۹۳ | ماستر هريام جو بنگلاڪ وڃڻ.... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۴ | ڪي جو پيچڻ پوليو (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۵ | سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ۳۵/- |
| ۰۹۶ | خط، انٽرويو ۽ تقريرون | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۷ | دنگيءَ منجهہ درياهہ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۹۸ | ڏيئا تيل ڦلول جا | علي احمد بروهي | ۳۰/- |
| ۰۹۹ | راج-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | ۶۰/- |
| ۰۱۰۰ | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | ۵۵/- |
| ۰۱۰۱ | تلاش (ناول) | نجم عباسي | ۳۰/- |
| ۰۱۰۲ | لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | ۲۰/- |
| ۰۱۰۳ | ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | ۳۵/- |
| ۰۱۰۴ | مرڻ مون سين آهہ (ناول) | سراج | ۶۰/- |
| ۰۱۰۵ | پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | ۵۰/- |
| ۰۱۰۶ | رات وچ ۾ (ناول) | بربٽ هيامدي/فضل احمد بچاڻي | ۲۰/- |
| ۰۱۰۷ | ٻڙ جي چانوَ اکي ڪان گهاٽي (شاعري) | شيخ اياز | ۵۰/- |
| ۰۱۰۸ | اک سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور | ۵۰/- |
| ۰۱۰۹ | جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ | ۵۰/- |
| ۰۱۱۰ | رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | امر جليل | ۴۰/- |
| ۰۱۱۱ | ماستر ٻاڻي (ناول) | مترجم: نجم عباسي | ۲۵/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١١٢. | آڪن نيرا ڦليا (شاعري) | شيخ اياز | ٥٠/- |
| ١١٣. | منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) | سراج | ٢٥/- |
| ١١٤. | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | (ختم ٿيل) |
| ١١٥. | انقلابي ماءُ (سوانح حيات) | مترجم: آزاد قاضي | ٢٥/- |
| ١١٦. | ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ١١٧. | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | ٥٠/- |
| ١١٨. | جڏهن مان نه هوندس (ڪهاڻيون) | امرجليل | ٥٥/- |
| ١١٩. | پونر پري آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | ٥٠/- |
| ١٢٠. | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ٤٠/- |
| ١٢١. | يادين جي اندلٺ | الطاف شيخ | ٣٠/- |
| ١٢٢. | جهڙ ۾ نيڻان نه لهي (شاعري) | شيخ اياز | ٣٥/- |
| ١٢٣. | وقت وڻيون وڇوڙيون (ناول) | ڪلا پرڪاش | ٢٠/- |
| ١٢٤. | شاهه لطيف جي شاعري جلد I II ۽ III | تنويرعباسي | ٦٠/- |
| ١٢٥. | تنهنجي دنيا، سڀ رنگ سانول (ناول) | سراج | ٧٠/- |
| ١٢٦. | وڄون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز | ٤٥/- |
| ١٢٧. | وڏسرمحل جومسافر(سفرنامو) | عبدالجبارجوڻيجو | ٢٠-- |
| ١٢٨. | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٣٦/- |
| ١٢٩. | روس جو سير (سفرنامو) | جواهر لال نهرو | ٣٠/- |
| ١٣٠. | پنهل ڪان پوءِ ۽ جڳ مڙيوئي سپنو | شيخ اياز | ٤٠/- |

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

**هن ڪتاب مان ڪنيل:-**

خدا ڪيس سالن کان پوءِ نياڻيءَ سان نوازيو هو. ننڍڙو گڏيءَ جهڙو ٻار. گهر جي سونهن، پيءُ ماءُ جي ورونهن. افسوس صد افسوس. اهو ابهم دوا دارون جي خرچ نــہ هئڻ ڪري مري ويندي. ڪيئي طبيب ڪيئي دوائون. پر هن وٽ پئسو ڪونہ هو جو اهي خريد ڪري. شايد انسان جي زندگيءَ کان پئسو وڌيڪ قيمتي آهي. شايد طبيب چتائڻ لاءِ نہ ڪمائڻ لاءِ آهن. شايد دوا شفا لاءِ نہ پر بها لاءِ آهي. پئسي نہ هئڻ ڪري موت سندس جهوليءَ مان نياڻي کسي رهيو هو. اي موت ذرا ترس. جي پئسو نہ آهي تہ مون وٽ نہ آهي. هــن نياڻيءَ، هن ابهم جو تہ ان ۾ ڏوهہ نہ آهي. هن کي ڪهڙي خبر تہ مان جنهن وٽ چمنديس سو سچو هوندو، پينگهو هوندو، ڏينهن رات ٻگهر جو پوڙهيو ڪندو هوندو تــہ بــہ چار پئسا بچائي نــہ سگهندو هوندو. پڌين ٿو اي موت. انهيءَ اپوجهہ ابهم کي ڇا معلوم تـہ هوءَ چمندي تــہ تهہ سيارو هوندو، پارا پوندا هوندا، ڏند ڏڪندا هوندا، لڱ لڱ ۾ ٿڙڪٽي هوندي ۽ سندس ڪنگال پيءُ وٽ پئسو نہ هوندو جو هو ڪمبل وٺي. هن کي ڪهڙي خبر تہ هيءَ دنيا پئسي جو چڪر آهي. پئسو انهن وٽ آهي جي پيپ ڪڍي، طول ويهائن ٿي ٽيڪ ڏئي ويهن ٿا. پر جن جي رونبو ڪري چيلهہ ڇپي ٿي وڃي آهي تن جي لاءِ پئسو نہ آهي. تن جي لاءِ محنت ۽ مشقت آهي، بک ۽ ڏک آهي، مــرض ۽ موت آهــي. رمونءَ مٺيون پڪوڙيندي پڪو ارادو ڪيو تہ آواندا پيچرو نہ ڏيندس، پوءِ سر وڃي تہ وڃي. آواندا پچندا تہ فصل سوڪ ٿي ويندو، ڪيس پئسو نہ ٿيندو ۽ سندس نياڻي ٺيڙ ٽپ وڳهي مري ويندي....

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُڙندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳُولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارن جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)